# ڪليات ڪمال

فقير ڪمال رحه جو ڪلام

۽ سوانح حيات

مرتب:

اظهر گيلاني



سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ

١٩٧٩ع

# ڪليات ڪمال

[فقير ڪمال رح جو ڪلام ۽ سوانح حيات]


مرتب

اظهر گيلاني

تصحيح

غلام محمد گرامي





سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ.

1979ع

ڇاپو پهريون 1967ع ڪاپيون 1000

ڇاپو ٻيو 1979ع ڪاپيون 2000


نوٽ: هن ڪتاب جو مسودو ڇپجڻ کان اڳ عاليجناب مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولىٰ"، بورڊ جي استدعا تي نظر سان ڏٺو، ان جي ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ مفيد تجويزون ڏنيون، جن لاءِ بورڊ سندن ٿورائتو آهي. — ناشر.


KULIYAT-E-KAMAL (Complete Poetical works of Faqir Kamal (1877–1910) in Sindhi)

**Compiled by:** Azhar Gilani.

**Published by:** Sindhi Adabi Board,
**P. O. Box 12,** Hyderabad Sind Pakistan.

1st Edition: 1967 & This 2nd Edition: 1979.

# پيش لفظ

سنه ١٩٥٧ع جو ذڪر آهي ـــ مڪرمي جناب پير غلام حيدر صاحب ڊسٽرڪٽ جج سکر (هائي چيئرمن الڊسٽريل ڪورٽ ڪراچي) مون کي ياد فرمايو ۽ پنهنجي والد صاحب مرحوم مغفور جناب پير ڪمال جي ڪلام جو قلمي مسودو منهنجي سپرد ڪري، ارشاد ڪيو ته ان کي اشاعت لاءِ ترتيب ڏيان. مسودي کي غلطين کان پاڪ صاف ڪري، خوش نويس کان لکرائي، دوباره نظر سان ڪڍي، ترتيب ڏني ويئي. صاحبِ ڪلام جي سوانح عمريءَ جي سلسلي ۾، هفتو ڏيڍ لوشهري ۽ ان جي گرد و نواح ۾ رهئو پيو، جتي پير ڪمال جي معاصرين مجلس جي مورن ۽ عزيز و اقارب سان ملي، سوانح عمري ۽ تبصره مڪمل ڪري، 'مسوده' سنڌي ادبي بورڊ جي حوالي ڪيو ويو. بعد ۾، بورڊ جي گذارش تي، اعليٰ حضرت جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولیٰ" صاحب جن مسودي تي ڪيميائي نظر ڪئي. جديد ترتيب جون ذميداريون جناب غلام محمد صاحب "گرامي" جي ذات سان وابسته آهن.

منهنجي خيال ۾ اهو ماڻهو ايتري تائين "شاعر" ڪوٺائڻ جو مستحق نه آهي، جيتري تائين هو انساني اوصاف سان سينگاريل نه هجي. پر و ماڻهو سڀڪجهه پنجي سکهي تو، مگر صحيح معنيٰ ۾ هو "شاعر" نه آهي ـــ پير ڪمال ۾ انساني وصفون موجود هيون، هو ڪردار جي آئيني ۾ اشرف و اعليٰ نظر آيو، علمي خواهه ادبي دنيا ان کي "شاعر" جي لافاني لقب سان تا قيامت ياد ڪندي رهندي. پير ڪمال ظاهر ۾ پير ۽ امير، باطن ۾ درويش ۽ فقير هو. هو روشن دماغ به هو، روشن ضمير به هو. صابر به هو، شاڪر به هو. قانع به هو، متوڪل به هو. صوفي به هو، زاهد به هو. عاشق صادق به هو،

عبادتگذار به هو. چنانچه، سندس ڪلام ۾ سوز بـ آهي گداز پڻ؛ سلاست بـ آهي رواني بہ؛ لچڪ بہ آهي، ساڳيءَ ريت تشبيهه بـ آهي استعاره بہ؛ محاورات بہ آهن پهاڪا بہ. سندس ڪلام تڪلف ۽ تصنع کان پاڪ، فارسي جي ثقيل الفاظ کان آجو، لقالي جي ڳالهين کان ٻري، تقليد و توارد کان بيزار، سرقہ کان بنهہ ڏور آهي. عريان ۽ بازاري زبان کان ڪناره ڪش، فحاش مضامين کان متنفر، لغو بيالي کان پوتر، گويا حق و حقيقت جو آئيندار آهي. ڪلام جي روانيءَ ۾ مهراڻ جون موجون موجود، لغمگيءَ ۾ آبشار جو آواز بند، پختگيءَ ۾ فرهاد ۽ مجنون جي همت، ساڳيءَ ۾ ماڪيءَ جو مزو، الفاظ جو ڦير و عشق پيچان جي مثال، زبان ۾ زباندانيءَ جي جوت، اسلوب بيان عمده، انداز فڪر انوکو، سلاست ۾ صنعت سهل ممتنع جي جهلڪ، معنوي حسن سان سينگاريل، حقائق جي رنگ ۾ رتل آهي. ڪيف و جذبہ جوان، تجربو ۽ مشاهده موجود، اصليت آئينو، سڌو سنئون حال جو قال آهي.

حضرت ڪمال جي ڪلام ۾ توحيد، رسالت، امامت، عدالت، قيامت، شفاعت، سخاوت و شجاعت، اخلاص و اخلاق، ادب و فلسفہ، فڪر و فاقہ، حجاب و حيا، مهر و وفا، حسن و عشق، هجر و وصال، درد و غم، ساقي و ساغر، شراب و مستي، فنا و بقا، تصوف و همہ اوست جا لڪات لظر اچن ٿا. حضرت ڪمال الهيءَ زمالي ۾ پنهنجا شاعرانہ ڪمالات ڏيکاري رهيو، جڏهن صوبي سنڌ ۾ ڪافيءَ جي صنف اوج جي آسمان سان طره ڪمائي رهي هئي. سرپلا ڳائيندڙ ڪمال جهڙي باڪمال شاعرن جون ڪافيون پيرو ين، ڪوهياري، سورٺ، راڻي، پٽ ميجري ۾ ڳائي دل کهريا دان ۾ انعام حاصل ڪندا هئا. حضرت ڪمال مهراڻ جي محبوب صنف 'ڪافي' چوڻ ۾ پوريءَ طرح پاڻ موکيو آهي، پين لفظن ۾ ائين چوڻ بہ بيجا نہ ٿيندو تہ ڪمال ڪافي جي صنف ۾ طبع آزمائي ڪري، ڪمال ڪيو آهي.

ڪمال جي شاعري وسيع ۽ ڪثير آهي. ان جا بيڪ وقت ڪافي رنگ ۽ روپ آهن، جن جي مختصر الفاظ ۾ ساراهہ لٿي ڪري

سکهجي. دلي تمنا هئي تہ حضرت كمال جي پسنديده اشعار پيش ڪري، ان جي فني ۽ لساني كمالات جو ثبوت ڏجي ها. جيئن تہ حضرت كمال جي مجموعہ ڪلام ۾ هر مذاق جي موافق اشعار موجود آهن، ان ڪري صاحبِ ذوق هر طرح جا اشعار پنهنجي ذوق آگين لڳاهن سان پاڻ ئي چونڊي، حظ حاصل ڪندا.

قصرالادب، گهوٽڪي،
١٤-آڪٽوبر ١٩٦٧ع
٩-رجب ١٣٨٢ هجري

— سيد اظهر گيلاني

هن ڪتاب جا شروعاتي 8 صفحا، ڪور، رائيپر ۽ فوٽو سنڌي ادبي بورڊ پريس، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو، ۽ باقي مواد صفحي 9 کان صفحي 228 تائين سهڻي پرنٽرس، ويسٽ ڪچا حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو ۽ ظفرحسن، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# قطعه تاريخ ڪليات ڪمال

## (از تصنيف لطيف، حضرت پير ڪمال، لوشهره فيروز)

از نتيجه فڪر سيد انور علي شاه "اظهر" گيلاني، گهوٽڪي

( ۱ ) گل کڙيا علم و ادب جا اوج تي آهي چمن،
واسطي گلگشت پهچو اهل دل، اهل سخن.

( ۲ ) واجهه مضمون جي نزاڪت وجهي جان بهار،
واه جو خوشبو ڪئي هن باغ جي آهي گلن.

( ۳ ) لکهه دلڪش سان لطف اندوز ٿين ارباب ذوق،
وهو کڙي فرحت اثر گلهاي رنگين جو چمن.

( ۴ ) عطر گلهاي مضامين جو ڇڪيل آ بيگمان،
ٿي وئي آهي معطر بزم ارباب سخن.

( ۵ ) دوستن جي ديه ان جي لفظ ۽ هر شعر کي،
ياسمين سمجهو، سمن سمجهو، يا سمجهو نسترن.

( ٦ ) هن صحيفي جو پلا ڪنهن وٽ هيو موزون جواب،
مدعي کي آهه موڪل لک دفعا ٿي لاٽرن.

( ۷ ) ترب ڪافي جي صنف سان واه ڪيو "حضرت ڪمال"،
ٿيو لوان جلوه پسائي روز و شب فڪر ڪهن.

( ۸ ) چا ڪجي لطف زبان، معنيٰ ۽ مطلب جو بيان؟
ان جي ڪافي سان ٿئي ٿو جلوه گر ڪافي جو فن.

( ۹ ) سنڌ جي صوبه کي آهي فخر ان جي ذات تي،
قدر ان جي شعر جو چا ڪان نه ڪن اهل وطن؟

( ۱۰ ) حضرت مخدوم صاحب جن جي ڪوشش جي ڪري،
"پير صاحب" جو ٿيو آ شعر شمع انجمن.

(١١) "طالب المولیٰ" تخلص صدر ادبي بورڊ جو،
سنڌ ۾ لعل يمن آ، سنڌ ۾ درِ عدن.

(١٢) شاعريءَ ۾ فخر جي قابل هيو حضرت "ڪمال"
جوهر قابل سڏيون يا انکي يڪتائي زمن.

(١٣) شڪر آ الله جو، شايع ٿيو ان جو بياض،
ٿي وئو حسن بيان ڪان سنڌ ۾ شهره فگن.

(١٤) عيسوي سن لاءِ جئن "اظهر" ڪيو فڪرِ رسا،
تئن چيو هاتف هيو هو "راست گو شيرين سخن".

---

١٩٦٧ع

# ڪمال فقير

پير ڪمال رحمة الله عليہ جي نسب جو سلسلو، جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي سوٽ، جناب حارث بن نوفل جي اولاد سان وابستہ آهي. ان خيال سان پاڻ هاشمي ۽ قريشي هو.

پير ڪمال جا وڏا، عرب کان سڀ کان اول بخارا ۾ لڏي آيا، ۽ ان کان پوءِ، نوشهرو سنڌ ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا.

نوشهرو فيروز ۾ سنڌن خاندان جو جد امجد مخدوم عبدالرحمان نوشهرائي، هڪ جيد عالم ۽ صاحب شرع بزرگ ٿي گذريو آهي. هي بزرگ، حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحہ جي درگاهہ فلڪ پاڳاهہ سان وابستہ هو ۽ پنهنجي مرشد جي حڪم موجب نوشهري فيروز ۾ سڪونت اختيار ڪيائون.

ڪمال فقير، مخدوم عبدالرحمان نوشهرائي جي ڇهين پيڙهي هئا. ۽ سال ١٨٧٧ع ۾ نوشهري فيروز ۾ تولد ٿيا.

ان بزرگ مخدوم عبدالرحمان نوشهرائي کي ميان 'عدر' به لاڏ ڪوڏ وچان چوندا هئا، يا ڪو ٻيو بزرگ هو جنهن کي 'ميان ادر' چوندا هئا (والله علم).

ميان عدر (ادر) حضرت مخدوم نوح رحہ جن جو مريد هو. هو پنهنجي محبت ۽ عقيدت وچان، مرشد جي خدمت ڪرڻ لاءِ، هالا پراڻا ۾ اچي رهيو هو.

پراڻا هالا ۾ هميشہ ذڪر و فڪر ۾ مشغول رهندو هو. باقي وقت ٽي جهنگ ۾ وڃي ڪانين جي ڀري ڪري، ان جا ڪندا پنهنجي وات سان سوئي، ڪانيون صاف ڪري، مرشدن جي دروازي تي پهچائي ويندو هو.

انهن ڪانئين جي ڀڃڻ واري نوڙي (جيڪا ڏڀَ لٺي، پنهنجن هٿن سان وٽي ٺاهيندو هو) پاڻيءَ ۾ ڇڏي ويندو هو.

هڪ ڏينهن، حضرت مخدوم نوح سرور رحه جن کي پنهنجي حويليءَ جي ديوارن (ڪوٽَ) جي مرمت ڪرائڻ جو خيال ٿيو. معلوم ٿين ته مٽيءَ (گاري) ۾ جيڪو ڀُهه استعمال ٿيندو آهي، اهو موجود ڪين آهي. سندن ارادي ۽ عزم کي سمجهي، هڪ فقير عرض ڪيو ته "پاڻيءَ ۾ ايترا ڀِنڊَڻ پيا آهن، جي جيڪڏهن ڪتَر ڪري استعمال ڪيا ويندا ته پوءِ مرمت جو ڪم پورو ٿي ويندو." ان تي پاڻ وراڻيائون ته "اهي ايترا ڀنڊڻ پاڻيءَ ۾ ڪيئن گڏ ٿيا؟" ان تي سندن مريدن عرض ڪيو ته "اهي ڀنڊڻ، ادر فقير جي ڪانئين وارا آهن، جي روز هو پاڻيءَ ۾ اڇلايون ويندو هو." پاڻ فرمايائون ته "ان فقير کي اسان وٽ حاضر ڪريو." سندن حڪم تي، ماڻهو، ميان ادر کي وٺي آيا، پاڻ کيس ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ اجوري ڏيڻ جي آڇ ڪيائون. جنهن تي ميان ادر عرض ڪيو ته، "قبلا سائين! دعا جي ضرورت آهي!" اهو ٻڌي پاڻ خاموش رهيا، ۽ فقير جي ٻانهن هڪ دڪاندار جي حوالي ڪري، فرمايائون:

"هي فقير جو ڪجهه به گهُري، ان کي ڏئو وڃي، ان جي ادائگي، اسين ڪنداسين."

ميان ادر، مرشد جي حڪم موجب، روز دڪاندار وٽ ويندو هو ۽ کانئس هڪ پائيءَ جا پڪڙا وٺي، انهن کي هٿن ۾ مهٽي صاف ڪري، ڪلون ڪاٽي ڇڏيندو هو ۽ پڪڙا دڪاندار کي واپس ڏيندو هو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جن ماڻهو موڪلي، دڪاندار کان فقير صاحب جي کنڌي جي خبر ورتي.

ماڻهوءَ کي، دڪاندار کان معلوم ٿيو ته سندس ميان ادر ڏي هڪ پائي حساب جي ٻه ڪانه آهي. ان خبر تي ان قاصد، دڪاندار کان سارو احوال معلوم ڪيو، جنهن کيس ساري حقيقت ٻڌائي.

اها ساري خبر جڏهن حضرت مخدوم نوح رحه وٽ پهتي، تڏهن پاڻ ڏاڍا راضي ٿيا. ميان ادر کي گهرائي کيس دعا ڪرڻ فرمايائون ته:

"نوشهري کان اورئين طرف ميون، ۽ پرئين طرف پير تي سڏبين."

ان دعا کان پوءِ، ميون ادر، مرشدن کان موڪلائي، نوشهري فيروز پهتو.

ميين ادر جي اولاد ۾ ٻه پائر: ميون جمال ۽ ميون ڪمال مشهور آهن. ميون جمال وڏو هو ۽ ميون ڪمال ننڍو هو.

ميين جمال، پليڏني ڪاڪي جي ڳوٺ مان، ڪاڪن جي ذات مان شادي ڪئي ۽ اهو سڱ ڳهـڙي ورتو. جنهن مان کيس چار پٽ ڄاوا، جن جا نالا هي آهن: تراب علي، مريد علي، قربان علي ۽ شمس الدين. ميون مريد علي سال کن اندر رحلت ڪري ويو، باقي ٽيا ٽيئي فرزند حيات آهن.

ميين ڪمال ابتدائي تعليم پنهنجي شهر ۾ حاصل ڪئي، ان سلسلي ۾ ڇهه درجا سنڌي ۽ پنج درجا انگريزي ۽ ڪجهه فارسيءَ جي تعليم ورتائين.

ديني تعليم، نوشهري جي مولوي فضل محمد وٽ حاصل ڪيائين. سندس دل جو لاڙو، ڪچيءَ عمر کان فقيريءَ ڏانهن هو. نهايت سادي نموني ۾ گذر بسر ڪندو هو. ظاهري ناٽ ڪان پري ڀڄندو هو. سير و سياحت جو شوقين هوندو هو، پر اٺ ۽ گهوڙي جي سواري نه ڪندو هو. هميشه پيادو هلندو هو.

سندن هلڻ ۾ اِها خوبي هوندي هئي جو جڏهن به پنڌ ڪندو هو، تڏهن سندس رفتار خود به خود تيز ٿي ويندي هئي، ۽

سندس هم سفر پوئتي رهجي ويندا هئا. ڪن وقتن تي ويهه ٻاويهه ڪوهه لڳاتار هڪ ساهيءَ سان، سفر سنئي، وڃي منزل تي رسندو هو.

کاڌي پيتي جو شوق به ڪين هوندو هوس. دال ۽ ٻاجهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو به لذيذ طعام ڪين کائيندو هو. سندس مرغوب غذا هوندي هئي، جوئر جي ماني ۽ پتاشن جو شربت!

سندس پوشاڪ به سادي هئي. مٿي ۾ 'عرق چين' ٽوپي، پهراڻ ۽ گوڏ پهريندو هو. سٿڻ ڪڏهن به ڪانه پاتائين. سياري ۾ ڪوٽ جي بدران، فقط چادر استعمال ڪندو هو.

شروعات ۾ ڪاٺ جي تختي تي سمهندو هو. وفات کان ٻه-چار ڏينهن اڳ، زمين تي ٻاٿاري ڪرائيندو هو.

خير خيرات جي سلسلي ۾ به سندس هٿ کايل هوندو هو. ايتريقدر جو ننڍيءَ عمر ۾ به پيرا خدا جي راهه ۾ گهر لٽايو هئائين، جو ڪجهه به موجود هو، اهو سواءِ ٽوپيءَ، پهراڻ ۽ هڪ گوڏ جي، سڀ ورهائي ڇڏيائين.

سومهڻين جمع رات تي، سندس اوتاري ۾ فقيراڻو شغل ٿيندو هو، جنهن ۾ پري پري جا ماڻهو ۽ فقير اچي گڏ ٿيندا هئا. شغل ساري رات ويندي فجر تائين هلندو هو. شغل ۾ پاڻ ٻين فقيرن سان شريڪ ٿيندو هو. ڍولڪ ۽ يڪتاري کان سواءِ، ٻيو ڪو به ساز استعمال نه ڪيو ويندو هو.

سندس راڳ جي ٻالڪن ۾ حافظ حاجي احمد ڍوڪي ۽ مولوي ڪريم بخش هوندا هئا.

مولوي ڪريم بخش اصل ناگور جو رهاڪو هو ۽ مدرسه نوشهري جي بورڊنگ هائوس ۾، مسجد جو امام ۽ قرآن شريف جو استاد هوندو هو. حاجي محمد صالح چنو ۽ آخوند محمد يوسف خطيب نوشهرائي، به سندس صحبتي هئا.

وفات کان چار سال اڳ، جج تي ويو. پر اهو سارو سفر، جدي کان مڪي تائين ۽ مڪي کان مديني تائين پيادل ڪيائين ۽ واپسيءَ ۾ جدي تائين به پيادل پهتو.

## شادي:

والده صاحبه ۽ وڏي ڀاءُ مرحوم جمال جي چوڻ ۽ ستائڻ تي سڌوجن جي بهڻ خاندان مان شادي ڪيائين، جنهن گهر مان ڏي ٻار پيدا ٿيا. انهن مان ٻه زنده آهن. هڪ پير غلام حيدر (ويسٽ پاڪستان هاءِ ڪورٽ) جو جج آهي.

ٻي نياڻي آهي، جنهن جي شادي، پنهنجي ڀاءُ پير جمال الدين جي پٽ پڳدار پير ميان تراب علي سان ٿيل آهي، جو هن وقت نوشهري فيروز ٽائون ڪميٽيءَ جو چيئرمن آهي.

## مرشد جو ادب:

ميان ڪمال جو تعلق حضرت ظهيرالدين عرف مخدوم پرو چام سان هو. سندس مريدانه ادب، عشق جي حد تائين هو. هي بزرگ موجوده سجاده نشين، حضرت مخدوم محمد زمان سائين 'طالب المولي' جو ڏاڏو هو.

ميون ڪمال جڏهن به نوشهري فيروز کان هالا ڏانهن ايندو هو، تڏهن دستور موجب، هميشه پيرين اگهاڙو ايندو هو. ڪڏهن ڪڏهن هالا ڏانهن ايندي، ڪاڪن فقيرن (ڪاڪا فقير حضرت مخدوم نوح رحه جن جا مريد آهن) وٽ ايندو هو. هڪ ته ڪاڪا فقير به حضرت نوح سرور رحه جا مريد هئا ۽ ٻيو سبب هي هو جو سندس وڏي ڀاءُ جي شادي، انهن فقيرن مان ٿي هئي.

فقير صاحب کي پيرين پيادي پنڌ ڪرڻ تي، پيرن ۾ لڦون پئجي وينديون هيون. انهن کي لوڻ ۽ تيل جي مالش به اتي ڪاڪن فقيرن ۾ اچي ڪرائيندو هو.

اتي رات رهندي، پنهنجي دوستن ۽ صحبتين کي سومار شريف تي هلڻ لاءِ رغبت ڏيندو هو ۽ پاڻ سان گڏجي هلڻ لاءِ آماده ڪندو هو؛ وات ويندي، پين سڀني فقيرن کي به پيرين پيادي تي هلڻ لاءِ چوندو هو. فرمائيندو هو:

"رستي ۾ مرشد جا گلم وڇايا پيا آهن، تنهنڪري ادب سان هلو."

رستي ۾ هلندي، سندس چوڻ تي به جيڪو جُتي نه لاهيندو هو، ته پوءِ زوريءَ سندس جُتي لهرائيندو هو.

راڳ ۽ شغل سان ڏاڍي دل هوندي هيس. يڪتارو سدائين ساڻ کڻندو هو. ڪاڏهن وقت يڪتارو ڪلهي تي رکي، ڪنڌ جهڪائي ڳائيندو هو. ڳائيندي ڳائيندي، نار پيا وهندا هئس، ايتريقدر گريو ڪندو هو، جو سڄي هنج ڳوڙهن سان پُسي ويندي هيس.

ڪو به ماڻهو ڳائڻ لاءِ صدا ڪندو هوس، ته ان کي ان مهل ڪلام ٻڌائي، پوءِ اڳتي وڌندو هو. فرمائش ڪندڙن ۾ پيلي ته ڪو صغير ٻار هجي، ان کي رنج نه ڇڏيندو هو.

هڪ روايت آهي ته هڪ ڏينهن نوشهري ڪان نڪري، ڇهي پد اسٽيشن تي پهتو. وات تي هڪ ماڻهو ملين جو ڏکو ڪاهيو پئي ويو. جنهن کي هڪ پوليس واري چوريءَ جي شڪ ۾ اچي ورايو.

ميين ڪمال، پوليس واري کي چيو ته هن بيگناهه کي ڇڏي ڏي، ان تي پوليس واري چيو ته - دعا ڪريم ته جمعدار ٿيان ته پوءِ ڇڏيندوسانس. پاڻ دعا ڪيائونس. ٿوري وقت ڪانپوءِ اهو سوار جمعدار ٿيو ۽ اچي سندس مريد ٿيو، ان سوار جو نالو امير بخش هو.

ميين ڪمال جو گهڻو وقت، پنهنجي ڏاڏي مخدوم عبدالرحمان جي مقام اندر (جو شهرڪان سڌ پنڌ تي هو)، گذرندو هو. اتي هڪ اوتارو ٺاهيو هئائين، جنهن ۾ رهڻ پسند ڪندو هو. ويندي مرڻ گهڙيءَ تائين اتي رهندو هو. هفتي ٻئي هفتي، نوشهري شهر ۾ ايندو هو. رات رهي، عزيزن سان ملي، وري واپس هليو ويندو هو.

## وفات:

ميين ڪمال جي وفات جون ۱۹۱۰ع ۾ ٻنپهرن جي ٽاڻي، جمعي ڏينهن تي ٿي. ان وقت سخت گرمي هئي ۽ آسمان بلڪل صاف هو. وفات وقت آسمان ڪڪرن سان ڇانئجي ويو! جيئن جنازو غسل لاءِ ٻاهر ڪڍيو ويو، تيئن برسات وسڻ شروع ٿي ويئي ، ايتريقدر جو فقير کي غسل به برسات جي پاڻيءَ سان ڪرايو ويو. ٻئي ڪنهن به پاڻيءَ جي حاجت نه ٿي.

غسل کان پوءِ، جيئن سندن جنازو اندر جاءِ ۾ ڪيو ويو، تيئن برسات يڪلخت بند ٿي وئي. وري جيئن جنازو ٻاهر ڪڍي رکيو ويو، تيئن برسات شروع ٿي، ۽ مقام تائين وسندي رهي. ايتريقدر جو سندس لاش مبارڪ قبر ۾ به برسات وسندي رکيو ويو.

ٻي روايت موجب، خميس تي پنهنجي پاءُ ميين جمال کي گهرائي چيائين ته "منهنجي قبر کٽائي ڇڏيو. سڀاڻي جمع نماز وقت آسان هن جهان مان موڪلائيندا سون." اول ته پاڻس اعتبار نه ڪيو. پر پوءِ فقير صاحب جي اصرار تي قبر کٽائي ڇڏيائين. ان کان سواءِ، فوت ٿيڻ کان اڳ برسات جو اشارو به ڪيائين. فقير صاحب جا ٻئي ٻول قبول ٿيا. پاڻ جمع تي وفات ڪيائين، ۽ برسات به آئي.

هڪ روايت آهي ته: جڏهن ٻيو پيرو سارو گهر لٽايائين، تڏهن فقط هڪ الفي وڃي بچيس جا سندس بدن تي پهريل هئي ، سا به هڪ نئين سائل کي ڏنائين ۽ پاڻ رلي ويڙهي ويهي رهيو. ان طرح ٻئي سائل کي جتي لاهي ڏنائين. اها خبر ٻڌي سندس هڪ هندو مريد، نئين الفي ٺهرائي آيو، جا پاڻ وٺي پهريائين، ۽ ان طرح رليءَ مان ٻاهر نڪتو.

مرشدن ساڻ حد کان وڌيڪ محبت هوندي هوس. هالا ايندو به پيرين اگهاڙو هو ۽ واپس به پيرين اگهاڙو ٿيندو هو. ايتريقدر جو واپس ورندي، ابتن پيرن تي، حضرت نوح سرور جي درگاه

ڏانهن منهن ڪري، ورندو هو. جيستائين سندس نظر، درگاه تي پوندي هئي، تيستائين ابتين پيرين پيو ويندو هو ان ڪن پوءِ، پٺي ڏئي سفر ڪندو هو.

مرشدن لاءِ چوي ٿو:

هلندي هالا ساموهون، پاندي پاڻ وسار،
ساري سرور شاهه کي، اندر تون اجار،
وحدت جو واپار، هالا مان تو هٿ ٿئي!

ٻئي هنڌ چوي ٿو:

دست چڙهج دلبر جي، محمد خان مير،
ڪين ڇڏيندو ڪڏهين، پاندي پنهنجا پير،
آڏر آهي امير، رهبر راحم راهه ۾.

هڪ ڀيري ڪمال فقير پنهنجي فقراء جي ٽوليءَ سميت نوشهري ڪان هالين آيو. حضرت مخدوم صاحب ميان ظهيرالدين عرف پرو چام جن وٽ ڪچهري لڳل هئي، پاڻ فقير ڏانهن نياپو موڪليائون ته:

”اوهان فقيرن سان گڏ ڳائيندا، قلب کي گرمائيندا ڪچهريءَ ۾ اچو!“

فقير صاحب پنهنجي ٽولي سميت هيءُ ڪلام ڳائيندي، ڪچهريءَ ۾ آيو:

اڄ شڪر مبارڪ شاهه آيا، ساڏا پير مغان بادشاهه آيا.
چڙهه مسند بيٺا محبوب ويکو، سارا ملڪ، خلق خوش خوب ويکو،
ساڏا ڪلندا خوش مطلوب ويکو، سر پهري ڪلنگي ڪلاهه آيا.

---

## ڪافي ( ١ )

حُسن ڪيو حيران، ڏسڻ ساڻ اوهان جي.

ڪنيو نيڻ تو نهارين، دلڙي پرين ڏتارين،
من ٿيو مستان.

خنجر خوني ڪڍين تو، پيري هانوَ ۾ هڻين تو،
دل چٽين نيشان.

ڏوران ڏٺي ڏيکاري، ڪرين جگر خون جاري،
درد ڪيو ديوان.

هنيو گهور دل کي گهائين، مشتاق تو مارائين،
"ڪمال" ٿيو قربان.

(سر ڪونسيو)

## ڪافي ( ٢ )

عاشق جيڪي الستي، دم دم ديدار ۾.

لائي درونـي جهاتي، حاصل ڪري حياتي،
"مُوتُوا"ماڻي مماتي.

مولا سان ٿيا ملاقي، بيشڪ بقا ۾ باقي،
وڃي يارسان ٿيا ياڪي.

ٿيڙا خوديءَ کان خالي، لائي نينهن جي ڪا لالي،
واصل ٿيا وصالي.

"ڪمال" ٿيا قرباني، تن من فڪر ۾ فاني،
ٿيا لامڪان مڪاني.

## كافي (٣)

جيئن كين اندر ۾ جاني، سامي كوهه سڏائين تو.

علم عربي پڙهين جي پارسي،
توڙي طبيب ٿين نبض شناسي،
برهه بوند نه تو سربرسي،
ناحق ورق ورائين تو.

عمل رباني كرين عبادت،
كڏي قرآن كرين تون تلاوت،
عشق پاجهان كل آهي عداوت،
ناحق كوڙ كمائين تو.

ورد وظيفا پڙهين تو ويهي،
رجوع تنهنجي آهه دلڙي ريهي،
پسين تون پاڻ نه پنهنجو پيهي،
ناحق لوك پلائين تو.

هلين هوا ۾ مرغ هوائي،
كاني كرامت كرين كمائي،
عشق پاجهان هيءَ عمر اجائي،
ويهي وقت وڃائين تو.

گنگا، جمنا، كاشيءَ كاهين،
حج پڙهي توڙي حاجي سڏائين،
قلب كي كعبو ڇو نه بنائين،
ناحق پند پڇائين تو.

شعر ۽ كافيون بيت بنائين،
لوك سڄي كي سلوك سڻائين،
شاعر، سالك، شيخ سڏائين،
پنهنجو پاڻ پڏائين تو.

"ڪمال" اوڪي عشق اشارت،
سؤ ڪي ناهي برهه بشارت،
ڪؤ مٿي تي مرد ملامت،
لڳي لئون جو لڪائين تو.
(سر ڪونسيو)

## ڪافي (۴)

ڏاڍي فوج حسن جي آئي آهه،
مٿي ملڪ عشاق چڙهائي آهه.
ڪنهن ڪي طاقت تيغ جهلڻ جي،
تـوڙي هجي جنگي شير،
پشنگ، دلاور، هومان، پيران،
تن جي جاءِ نه ڪائي آهه.
رستم، گستم، بهمن، برزو،
اڳيان آنهن جي آهي ڪير،
جام برهه جو پياري تن کي،
سيني سيف چلائي آهه.
دام زلف جي وچ ۾ ويڙهي،
قيد ڪيو تو ڪيڪائوس،
ايرج، طور، فريدون، نادر،
مڙني ڪي ماندائي آهه.
جيءُ منهنجو تو عشق ۾ جلي،
جئن جليو تي ڪوهه طور،
جهل جهل جهڙڪي آگ اندر ۾،
ڏاڍي تيز تکائي آهه.
سام، نريمان، مڙڻي جيتي،
مٿي ڪيڙئي قرب "ڪمال"،
اصل غلامي مجهم تنهنجي،
وات نه ٻي ڪا وائي آهه.
(سر ڪونسيو)

## ڪافي (٥)

ڏاڍو محبت مچ مچايو آهه.
ڪيو پتنگن پچڻ جو سعيو آهه.

برق بجلي ناهه برابر،
نڪو اهڙو شمس شعاع،
چنڊ به رخ ڏسي رانجهن جو،
مخفي منهن لڪايو آهه.

حسن برابر جنهن جي نه ڪوئي،
يوسف توڻي سيفل سعدا،
چاهه زنخ جي وچ ڦاسائي،
گهڻن جو سير گنوايو آهه.

تاب نظر جو جهلي نه ڪڏهن،
هرگز آن جو آدمزاد،
ڪري نگاهه ڏنائين جڏهن،
تجليءَ طور جلايو آهه.

محبت تنهنجيءَ منجهه مري تون،
قربن وارا سدا "ڪمال"،
ڪر ڪو قياس انهيءَ جو ساڄن،
جو تو آڙهه ۾ آڇلايو آهه.

(سر ڪونسيو)

## ڪافي (٦)

گهيڙ انهيءَ ۾ گهڙ تون سمجهي،
ڪنڌي نه عشق ڪنارو آهه.

اونهي بحر عميق جي اندر،
اونده اصل انڌارو آهه.

ڪڻ بحر ۾ ڪن تا ڪڙڪا،
قلزم ڦهري ڪارو آهه.

موج مهراڻ ڪري متوالو،
مست ديوانو مارو آهه.
سالڪ سير اندر ويا سنجي،
سانوڻ سخت اونهارو آهه.
ڦوڪج سيٺهه ساڻ سچائي،
لهرن لهه لهوارو آهه.
”ڪمال“ ڪاهه توڪّل تُرهو،
عاشق، پند آيارو آهه.
(سر ڪونسيو)

## ڪافي (٧)

پيو مذهب مان نہ رکندس،
عشق جو آهيان اسير.
عشق جي آڙاهه ۾،
هي جلي تو جانثار،
برهہ لائي بيقراري،
حال ڪيو منهنجو حقير.
روز شب آ ديد دل ۾،
اندر ۾ آهي آڪير،
طلب جو مون تن اندر ۾،
جيءُ جڙيو جانب زنجير،
ڪنهن کي طاقت ناهہ ڪا،
جو هت ڪري حيلو هنر،
نينهن نهوڙي ڪيو نظر ۾،
بادشہ توڙي وزير.
”ڪمال“ مان ڪر ڪرم پنهنجو،
تيو اچي آذر امير،
جام پياريو بيخوديءَ جو،
هي ڪيو فاني فقير.
(سر ڪونسيو)

## كافي (۸)

سوين سور پون پور، ماندي مرض سان مري،
ماندي مرض سان مري، تہ كنل هاڻي كيئن كري.
گھور سان دل چور، جگر نپ نتو نري،
دل قتي دانهون كري، ڳالھين كيون ڳري.
قاتي دل فريب سان، آئي عشق جي آري،
حيلا كيم هزار، كنهن پر كين ٿي وري.
درد كئي ديواني، ماري ذوق جي ذري،
دل كامي كوري اندر، ٿي ٻارڻ ويئي ٻري.
"كمال" كڏهن ريئي قريبن، ساعت نا سري،
دم نہ جدا دوست ٿئي، هك پل گھڙي پري.

(سر كونسيو)

## كافي (۹)

جان جان عشق امام نہ ٿيوے،
منزل توڙ رساوے كيون؟
جان جان دو جگ آپ نہ ڈاہے،
'هُو' دا سير سكاوے كيون؟
جبتك فاني آپ نہ ٿيوے،
ايسا ڀيد بتاوے كيون؟
جان جان شوق شراب نہ پيوے،
مستي موج چڑھاوے كيون؟
جبتك بيخود آپ نہ ٿيوے،
جيئنداڻي مرجاوے كيون؟
جان جان ذات صفات نہ سمجھے،
عشق ملامت جاوے كيون؟
جبتك اپنا آپ نہ جانے،
بازي برهہ بناوے كيون؟

جان جان ترڪ وجود نہ ٿيوے،
’آنا الحق‘ الاوے ڪيون؟

”ڪمال“ صوفي ٻے سر ٻاجهان،
مرجيي مطلب پاوے ڪيون؟
(سر ڪونسيو)

## ڪافي (۱۰)

عشق ايسا ڪام ڪريندا،
ماه مصر ڪنعان پڇو.
عشق امام حسين کون آيا،
بار برهہ دا جنهن سر چايا،
پول الستي ايوين رايا،
ڪربل دا ميدان پڇو.
شاهہ عنايت عارف ڪامل،
برهہ جنهن سر برسيا بادل،
بات برهہ دي ڪنان بلاول،
گهاڙے دا سامان پڇو.
آکے عشق عطار کهايا،
سولي پر منصور چڙهايا،
سرمد دا سر ڪات ڪپايا،
ڳل جٽيان صنعان پڇو.
رانجهن تخت هزارون آيا،
سانگ ميالينڊے چاڪ چوايا،
عشق بحر دا آس نہ پايا،
تاج تخت تالان پڇو.
برهان ڪيڏ برهہ دي بازي،
’غلام محمد‘ گوهر غازي،
شمس الحق رضا ۾ راضي،
محبت دے مستان پڇو.

پنهل آکے پرت سڏايا،
ڏوبي اپنا نام ڏرايا،
مجنے کون چا ولیان وکوڙيا،
بر بحر بيابان پڇو.
"ڪمال" کيهان برهه ديان باهيان،
آکے سڻاوان ڪر اثباتيان،
ڪوڙيان لڳيان قرب ديان ڪاتيان،
مست مثيدا مئخان پڇو.
(سر ڪونسيو)

## ڪافي (۱۱)

جوئي عاشق مست الستي،
پير پڌر وچ پاويگا.
دلبر دے ديدار ويکڻ لئے،
جيءَ وچ جهاتي پاويگا.
رخ مهتاب سڄڻ دا ويکے،
جيرے جان جلاويگا.
ڏوڻي ڦوڪ لهاران والي،
اسمون جسم جلاويگا.
ترک وجود تنهيندا ٿيوے،
گفتا غيب الاويگا.
'نارُالله' آتاوے آتش،
من ۾ مچ مچاويگا.
راجے ذاتي نال صفاتي،
بازي عشق بناويگا.
"ڪمال" ڪرڪے سر قرباني،
عشق آڏي پر آويگا.
نام سڏاوے بے سر صوفي،
روح ۾ رام رلاويگا.
(سر ڪونسيو)

## ڪافي (١٢)

واه واه سجن تيري چالي،
خوش خيال عجائب عالي.

ڪڏهان تہ بيرنگ، رنگ نہ تيرا،
ڪڏهان تہ حسن ڪمالي،
ڪڏهان تہ مائي، باپ نہ بيٽا،
ڪڏهان تہ آپ عيالي.

ڪڏهان تہ حاڪم حڪم هلاندے،
شاهنشاه اقبالي،
ڪڏهان تہ ڪاوندي پين مَنگ ٽُڪڙي،
مايا مور نہ مالي.

ڪڏهان وٺيج واپار ڪرين،
تڪ طور واپاران والي،
ڪڏهان جٺيا تڪ لڳاوين،
ڪڏهان تہ مست موالي.

ڪڏهان پڙهندے ڪنز هدايا،
نال فڪر في الحالي،
ڪڏهان تہ ڪستا سر پر گيڙو،
ڳل ۾ ڪفني ڪالي.

ڪڏهان ڪرندے بسي اتفاقي،
ڪڏهان تہ وقت وصالي،
”ڪمال“ مٺڙے نال هميشہ،
همدم خوب خيالي.

(سر ڪونسيو)

## كافي (١٣)

جوئي هے عاشق اثباتي دا،
اس ميدان دے وچ آوے.

بسمے لاکے هو بيراکي، عشق ملامت چاوے،
رمز حقيقي فهم عشاقان، گيت آناالحق ڳاوے.

نال نفي دے هو نابودي، اسم جسم جلاوے،
رلمل ذاتي نال هکو هک، هر جاء حکم هلاوے.

ترک وجود تنهين دا ٿيوے، خيال خودي دا کاوے،
سينے طور تجلي ويکے، گفتا غيب الاوے.

"کمال" دو جڳ آپ گنوائے، صوفي نام سڏاوے،
دستان پير مغان مئي پي کر، مرکے مطلب پاوے.
(سر کونسيو)

## ڪافي (۱)

اڄ علي اولاد آيو،
ڪربلا ميدان ۾.

تيز تلوارون وهيون، ڪي جانن جي جان ۾.
قتل جو ڪو هو بهانو، محب تنهنجي مان ۾.
شرف شهادت جو لکيو هو، شاهه حسين جي شان ۾.
سات سرور جو لُٽي نيئون، شام جي زندان ۾.
واءِ ڏاڍي واقعي جو، ٿيو عجب انسان ۾.
جِن پرِي حورن حشر، ٿيو غلغلو غلمان ۾.
"ڪمال" رهيا راضي رضا تي، فائق جي فرمان ۾.
"نِعمَ اَجرُ الصّابِرِين"، قادر چيو قرآن ۾.
(سر سورٺ)

## ڪافي (۲)

اڄ ڪيو افسوس يارو، مڙئي مؤمن ڪيو ماتام،
هئي قضيو ٿيو ڪربلا ۾، حورن ڪيڙو حشر عام.

هئي حَسَنَ کي زهر مليو، ناحق ڪوفن قهر ڪيو،
شير شهادت کي رسيو، پري پيتائين جنّت جام.

هن دغا بازن جي دعوت، هئي حسين اختيار ڪئي،
ڪاهي آيو ڪربلا ۾، شهيد ٿيو عالم امام.

هئي هئي ڪُٺو قاسم وَٽو، سهرا بدل سو سِر ڏنو،
ڪين آت اڪبر ڏنو، تير لڳو اصغر امام.

عوف ۽ جعفر ڪٺئون، مسلم جهڙو دلبر ڪٺئون،
عباس پاڻي پر ڪٺائون، تيرن تڇيو تن کي تمام.

ڪوفين سي سڀ ڪنا، جي اقربا عالي جناب،
پيا بہ گڏ انصار اُن سان، ڪربلا ۾ قتل عام.
”ڪمال“ زَينُ العابِدِينَ، زندان قيدي صبح شام،
نِعمَ اَجرُ الصَّابِرِينَ، چؤ مٿي سرور سلام.
(سر سورٺ)

## ڪافي (٣)

راند اٿئي اوکي رندن جي
سمجهہ وڪُ ساري ادا.

دزد دشمن نفس تنهنجو، چُست اٿئي چاري ادا،
هِمّت هٿي هردم هوشياري، تـي مٿس ماري ادا.
ننگ، نام ۽ ناموس ڪان، تون نڪر نرواري ادا،
دنيا عقبيٰ دوُر تـي، رک يار سان ياري ادا.
مٿونئوا قبل موت جي، اٿئي مهل موچاري ادا،
ساهہ سر صديقي ڪري، بازي ڪتج باوي ادا.
”ڪمال“ ڪرڪوخوف خاوند، روز شب زاري ادا،
صاف سيني جي اندر ۾، جنگ ڪر جاوي ادا.
(سر سورٺ)

## ڪافي (٤)

تَـرکُ دنيا واجب، ڪئي طالبن دنيا ترڪ،
مست صحبت ۾ مچي ٿيا، معرفت تن جو مرڪ.

غين جو نقطو وڃائي، غير کان غافل ٿيا،
صاف ساجن کي ڏنائون، ڏبل ۾ باوي ڏيا،
احد ۽ احمد ۾ هي جو، ڪونڪو تن ڪيو فرق.

نفس کي ماري نفيءَ سان، خفيءَ ۾ خائف ٿيا،
قلب کي ڪعبو بنائي، تنهن سدا طائف ٿيا،
هُو سان گڏجي هُو ٿيا سي، عشق جي پُر پيءَ عرق.
گوءِ ميدان مان ڪٺيائون، بخت تن بالا ٿيا،
بت پيچي پورا ڪري، عبديءَ ڪنان عاري ٿيا،
چؤطرف چانڊاڻ تن کي، ورين وَجهُ الله ورق.
”ڪمال“ ڪارونيار قلزم، پاڻ ۾ پيهي ويا،
لهر جي لوڏي نه لوڏيا، لعل لاهوتي ٿيا،
موج مستيءَ جي اندر، پاتار ٿيا غازي غرق.
(سر سورٺ)

## ڪافي (٥)

عالمن ڪونيون ڪتابن، عاشقن هڪڙو حرف.

عشق پاڄهون سڀ اجايا، ڪوڙ جا مسئلا ڪهن،
حڪم جي حاڪم سندا، تن تي نه سي وليا رهن،
هُن ڪٿي تحرير ۾، ساري عمر پنهنجي صرف.
دل جي ديدن ساڻ دفتر، ڪين تا پاڇي پڙهن،
ورد وظائف ورع * لاهه، پلپل پٽيا سي تا پڙهن،
نانءُ جو مقصود من ۾، قلب تالا هن ڪرف.
عشق وارا تا هميشه، تهدليون ڪن تا طواف،
ذڪر ذاتي سان آجاري، سينو پنهنجو ڪن تا صاف،
مرد مولي جا آهي، چانڊاڻ تن کي چؤطرف.
صحبتي سبحان جا، ڪوڙين منجهان ڪي ڪي ٿين،
سر لاهي ساجن آتان، ”ڪمال“ ڪي قربان ڪن،
طالب المولي مذڪر، شان ٿيو تن جو شرف.
(سر سورٺ)

* پرهيزگاري

## ڪافي (٦)

عاشقن لئہ آهہ جام، نيڻن دلبر نيم خواب،
تا وٽن مخمور محبت، ناهي تن آخر عذاب.

جي ويا ميخانہ مرشد، قلب ٿيو تن جو ڪباب،
نينهن نفي اثبات لائن، ٿيون رڳون تن جون رباب.

پُر مون کي جن پياريو، تن لٿو هاتف حجاب،
ويون هوائون حرص تن جا، صاف سيني مان شتاب.

جن پيتو پُر جام جيئري، تن ڏنو جم کي جواب،
جنهن پيتي پردا پري ٿيا، نُور جو کليو نقاب.

وٺ "ڪمال" پُر ڀري پيالو، قدح ڪوثر جو شراب،
مست محبت ۾ مچي ٿي، نينهن نشو هردم نواب.

(سر سورٺ)

## ڪافي (٧)

جي سڏائيٺي ناهُ عاشق، مڙس ٿي مچ ۾ مچي.
برهہ واري باهہ ۾ تون، پوءِ پتنگ وانگر پچي.

ڪنن ويهن تو ويسلو، تون ذڪر ذاتيءَ کان سواءِ،
دم نہ ڪڍ ڪو دوست ڌاران، سر جو سودو ڪر اچي.

تنبيه جي تلوار سان، تون نفس ماري ڪر مطيع،
پيءُ پيالو پرت جو تون، وڃ ۾ رهجان رچي.

هئي وڃائيٺي عمر پنهنجي، غير غفلت ۾ گهٽي،
هاڻي سعيو ڪر سفر جو، ڪر نہ ڪيچن سان ڪچي.

سڪ سچي سردار جي ء، حب حيدر جي "ڪمال"،
چئن جي دامن جهلي، رک سڪ پنجن سان تون سچي،

(سر سورٺ)

## ڪافي (٨)

اڄ مون کي آهه عشق ماريو، برهه ڪيڙو بي حوال،
هٿي لڳو مون ڪان ڦهري، جڏهن ڏنم جانب جمال.

سيرت ۽ صورت سپرين، معني آهه مخفي مورت،
ڇا چوان تعريف تنهن جي، ڪونه محبن جو مثال.

هٿي وڃايم حال پنهنجو، رات روئي زار زار،
ڏار دلبر جا گذاريم، ساعت پانيان آءُ ٿي سال.

آس نه لاهيان الله مان، لک اميدون مون اڇا،
متن مني محبوب جو، واصل ٿئي مون کي وصال.

پاڻي پاند ڳچي ۾ پنهنجي، وڃ داتا جي در اُتي،
پڙ ڪري قدمن قريبن، پيش پرين جي "ڪمال".
(سر سورٺ)

## ڪافي (٩)

ڏي مني محبوب جو مون، پلڪ ۾ پانڌي پيام.

ڏي شتابي ۾ سنيهو، دير نا دم جي سهان،
ڪڏهن ايندا مون اڱڻ تي، ڪو عجيبن جو انجام.

يادگيري ڪا ڪيائون، ڪي وساري مون وڃنا،
ڏي سڄي سردار جو ڪو، ساٿي ڇو ساري سلام.

مون سندي مذڪور جي، ڪا پڌي گفتار تو،
ڏي دلاسو دردونديءَ، ڪهه ادا قاصد ڪلام.

"ڪمال" ساري تو نهاري، وات پرين پار جي،
حلقه گوش حضرت جو آهه، گولن جو غلام.
(سر سورٺ)

## كافي (١٠)

قرب جو ڪعبو بنائي، تهدليون طواف ڪيو،

من ڪري محراب مسجد،
شوق مان سجدا ڏيو،

ڏيو ٻاري ڏيل اندر،
روح ڪي روشن ڪيو.

ذڪر ذاتي سان سنواري،
سينو پنهنجو صاف ڪيو،

”فَوَيلٌ لِلقَاسِيَةِ قُلُوبُهُم“ ،
من مانجهي مصحاف ڪيو.

تن سندي تند وڄائي،
اسم سان جن اوريو،

خوديءَ کان خالي ٿيا،
محصول تن تان معاف ٿيو.

”ڪمال“ وڌيا وَحدَ جي
نفس تن تابع ٿيو،
ڪاڻو ڪثرت جو ٻيڳاڻون،
عاشقن انصاف ڪيو.

(سر سورٺ)

## ڪافي (١١)

سُرخ ميسي مرجان، لبن تي نيشان لڳي.
دلبر جنهن جي دل لٽي تو، هڪدم ٿيءُ حيران،
مٿس مستان لڳي.
هڻي تير هزارين، پالا ٻڙڇون ٻان،
ڇُٽڻ نشان لڳي.

چاڙهي فوج حُسن جي، متي جنگ جولان،
ستن سامان لڳي.
پائي زنجير زلفن جا، عاشق سڀ انسان،
وجهه زندان لڳي.
ڪيائين قرب "ڪمال" سان، منهنجي هي جند جان،
تيمه قربان لڳي.

(سر سورٺ)

## ڪافي (١٢)

تنهنجو سهڻو سچ سينگار، ڏسي سبحان چوان.
چهرو رنگ گلابي، لعل رونق رخسار،
مثل مرجان چوان.
ديد دنالي پڙڪي بجلي، تيز تکي تلوار،
زنخ زندا چوان.
سيني سيف ستن سرواهيون، خوني خنجر خمدار،
ابرو اين و آن چوان.
گهايو گهور "ڪمال" کي، چشم جي چمڪار،
ڪاريهر ڪانءَ چوان.

(سر سورٺ)

## ڪافي (١٣)

جيڪو سچڻ سبق سڻايو،
ڙي اديون، ويو قابو ڪَڙجي.
واهه ڏسيائين ربّ جي ذاتي قلب ڪڙايو ڙي اديون،
ويو من ۾ مڙهجي.

لاتائين نينهن نفي سان، اندر الف اڙايو ڙي اديون،
ويو جيءُ سان جڙجي.
پياري جام پريت جو، نشو نينهن چڙهايو ڙي اديون،
ويو ڳوهي ڳنڍجي.
"كمال" كلمو قلبي، 'پريل پير' پڙهايو ڙي اديون،
پرتئون ويو پڙهجي.

(سر سورٺ)

## ڪافي (١)

مارن ساڻ ملير الا، هجان شال هيڪاندي.
اباڻن جي وو مٽيءَ کي ميان الا،
اندر منجهه آڪير.
ڪي بندياڻي وو بند مان الا،
ميڙ مُڃان تي مير.
بنديخانو وو بڇڙو ميان الا،
ظالم لاهه زنجير.
سانگياڻي جي وو سيدا ميان الا،
پردو رکجان پير.
"ڪمال" ڪيڏي وو قيد مان الا،
آجي ڪر اسير.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٢)

موٽي ملڪ ملير، عمر ملان شال مارن کي.
ڪي بندياڻي بند مان، جيئري لاهه زنجير.
نيرَ نماڻيءَ لاهيو، آجي ڪر اسير.
سانگهاڻيءَ جو سيدا، پردو رکجانءِ پير.
جيڏيون سرتيون پاڻ ۾، پيئن پاڪ پنير.
"ڪمال" قسمت ڪوٽ ۾، آٽي ڪيس اسير.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۳)

گهاريان ڪئن گهڙيِ گهڙي،
مان سرتين ۾ سانگيڙن ويءِ.

پيرون چوندبيان پاند ۾، لامن پاس لڙي لڙي.
ڏوريان ڏت ڏوتن سان، وٽين چوٽ چڙهي چڙهي.
سٽي سانَ سرهي تيان، چونگاون چڙهي چڙهي.
ڪاٿيون قيد "ڪمال" چوي، پڇي ڪوٽ ڪڙي ڪڙي.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٤)

منهنجي من سڙهي سڙهي، محبت ماروئڙن جي.
محبت سانگيڙن جي، جيڏيون جيءَ جڙي جڙي.
ماڙيءَ من مُنجهايو، ويڙو ساهه سڙي سڙي.
ساريم سانگيڙن کي، روئي رات رڙي رڙي.
ڪاٿيو قيد "ڪمال" چوي، عمر لاءِ اڙي اڙي.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٥)

ساعت مون نہ سري سري، جيڏيون جهانگيڙن وي.
آنا مينهن ملير تي، پيڙا ڦوگ ڦري ڦري.
پنهر پرديس کان، آيم پٽ چري چري.
ڪيڏ بنديائي بند مان، ويندس مفت مري مري.
ساري سانگيڙن کي، پيڙم گيچ گري گري.
ڪاٿيو قيد "ڪمال" چئي، وڃا ويڙهه وري وري.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٦)

مارن ۾ مرندي، اديون، مارن ڏاران مارئي.
تورا ٿريلن جا، ڳڻ ڳائي ڳرندي اديون.
پوندي پاڃهه الله کي، وطن ڏي ورندي اديون.
سرتيون سانگيڙن ري، ساعت ڪيئن سرندي اديون.
”ڪمال“ پت پنهوار جي، ڀهنورن سان ڀرندي اديون.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٧)

مري ٿي ماندي الا، هيءَ ڪنگالڻ ڪوٽ ۾.
بيوس آهيان بند ۾، بند ٿياٽي باندي الا.
قيدن ۽ ڪوٽن ۾، نه ايرادي آندي الا.
هيڪر ٿيندي ٿر ۾، هلي هيڪاندي الا.
ڪاٽيو قيد ”ڪمال“ چئي، واحد ڪر واندي الا.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٨)

هيڪر چاريندي اديون، ڦيري ڦر ڦوڪڻن ۾.
قيدن هاڻ ڪنباٽيو، گهڙي نه گهاريندي الا.
ساري سانگيڙن کي، هنجون هاريندي الا.
اڪيو لوح قلم جو، پنهنجو پاريندي الا.
”ڪمال“ دم دم دل ۾، سانگي ساريندي الا.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۹)

شل عمر آباڻا، ايندم اتم آسرو.
آنا مينهن ملير تي ڪيا وچن وراڻا،
عمر اسان جي ڏيهه تي ڪيا منهن ماندڻا.
ماڙن تي ڪيئن متيان پنهنجا پکا پراڻا،
پيهه پونهارن جا آهن پيتن ۾ پاڻا.
پٽ پٽيهر بافتا ڪٿه طول وهاڻا،
مرڪ اسان جو مارئين، واري وڃاڻا.
"ڪمال" ڪاج خوشيءَ مان آءُ چئي چا چاڻا،
عمر قوت اسان جو آهي، لُلر ۽ لاڻا.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۱۰)

عمر ڏي سوڪل ميان، لاهه جڏي تان جهل ميان،
هيڪر ٿيان هيڪاندي.
آءُ بنديائي بند ۾، ڪانهي مارن کي ڪل ميان.
نيٽن نير وهائيو، اکن آب آڇل ميان.
جيڏين جوش جگر ۾، پونهارن پاپل ميان.
محبت ماروئڙن جي، روح اندر رلمل ميان.
ڪاٽي قيد "ڪمال" چئي، باري لاهج پل ميان.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۱۱)

ويلي ڏينهن ڳٽيان الا، ايندا ڪڏهن اوتاري.
سارپو صحبت تن جي، هئي هئي هٿ هٿان الا.

ڏنـــي ڏوتيـڙن كـي، تـيـڙا ڏينهن گهٽـان الا.
لايـو عيب عـمـر مـون، ويـــڙيـچـن وٽـــان الا.
"كمال" منهن ماروءَ جي، كهڙو كـنـڌ كٽـان الا.
(سر كوهياري)

## كافي (١٢)

دلاسو دلدار الا، مٺيءَ كي ڏونگر ڏيندو.
واكا كنديس وو ور لاءِ، ميان الا، آه سٽي اوچنگار،
آري اوري ايندو.
هيكليءَ كي وو حب ۾ ميان الا، ورندر جي وٽكار،
چوري كين ڇڏيندو.
پٺي لائـي وو پنهنجي ميان، الا سـام وٺـي سـردار،
گولي نـال گڏيندو.
"كمال" كـتهنديس وو كيچ ڏي ميان الا، آرياڻي آڌار،
آڌر مون سان ٿيندو.
(سر كوهياري)

## كافي (١٣)

پوريءَ لاءِ پتار الا، آيو كيچؤن كاهي.
نماڻيءَ جي وو نجهري ميان الا، ور آنـــدو واپـــار،
سهٽي سات سنپاهي.
عطر آن عنبرين وو نه لڳي ميان الا، مشڪ ختن تاتار،
اڳيان آن جي چاهي.
ڏيٺي سهانگو وو سپكان ميان الا، كارڻ كانڌ كنوار،
وٺـون وير وراهـي.
"كمال" لڏي وو نه مٺيءَ جي ميان الا، مٺيد سار منيار،
ڀـاتـو نينهن نباهـي.
(سر كوهياري)

## ڪافي (١٤)

هيٺن جو همراهہ آلا مُرسَلَ، مير مڪّي جو،
تو هيٺن جو همراهہ آلا مُرسَلَ، مير مڪّي جو.
بيڪسي سان وو بر ۾ ميان، الا آجهو احمد شاهہ.
وينديس رهندس ڪينڪي ميان، الا ميرون ڪائن ماهہ.
پنهل جي وو پند تان ميان، الا منهنجو موت مباح.
”ڪمال“ ڪريان وو ڪانڌ تان ميان، الا صدقي ساهہ پساهہ.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (١٥)

مون نہ پڇايو پاءُ آڇا، سرتين سير سنياهيا.
سٽ گهرجي سڦرو، صرافن اگهياءَ.
ڦورو ڦولهي ڏسندا، رتي ڪن نہ رياءَ.
اديون آنٺ وو وچ ۾، مهٺان ملندم ماءَ.
”ڪمال“ ڪتئ ڪار جو، ڏور نہ آيم ڏانءَ.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (١٦)

پلپل پور پون، آيل اديسين جا.
ساري صحبت تن جي، جيرا جوش جلن.
مَن ملاقي مُئيءَ سان، هيڪر هوت تين.
لڙيا لڙڪ لهوءَ جا، ڳوڙها تان بہ ڳلن.
ڪري قياس ”ڪمال“ جو، اگهن مانَ اچن.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (١٧)

اڳڻ منهنجي تون اچ، ٻڌين تون پرچ،
سهڻا توکي ساريان ٿي سدائين.
دونهان درد دکائيا، محبّت ٻاريم مچ.
آءُ تہ اوريون پاڻ ۾، ڳالهيون ڪري ڳچ.
ڪوري ڪڍ قلوب مان، ڪيچ ڏٺي تون ڪچ.
ڪري قياس ”ڪمال“ جو، ميڏا! ڏي مون سچ.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (١٨)

پتنگ وانگر پچن، رنگ ۾ رچن،
ٻاري جن آڳ اندر ۾.
ڪائي خيال خوديءَ جا، باقي ڪين بچن.
شوق شمع جا ڪوڏيا، مانجهي مرد مچن.
پائي نُورا نينهن جا، نانگا نات نچن.
”ڪمال“ ڪاهي قتل تي، عاشق روز اچن.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (١٩)

ڏوري ڏيل ۾ ڏسن، پرکي پسن،
جوڳي پنهنجي جيءَ کي جلائي.
پنڌ مَ ڪن پهاڙ ڏي، روحي رمز رسن.
ڪري روشن روح کي، هردم هوت هسن.
لوچي لاهوتي ٿيا، تير نہ ڪٿي ترسن.
”ڪمال“ ڪاهي قتل تي، ڪامل ڪوڏ ڪسن.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۲۰)

پارڻ مئي ڪي پيو ڪون تريو،
لکيو جئن لوح قلم ۾.
هن بندي جي باب ۾،
قلم قضا جو پريو.
”وَالقَدرِ خَيرِهِ وَ شَرِهِ“،
واحد ورق وريو.
”وَ تُعِزُ مَن تَشاءُ وَ تُذِلُ مَن تَشاءُ“،
اِن تي ڏيان ڌريو.
”ڪمال“ هٿ قادر جي،
جن ڪي گهوٽ گهڙيو.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۲۱)

هٿ هيٺي تي ڌريو، پاڇهه ڪريو،
پرين ڏس پاڻ ڏي پيارا.
پيرا هن پورهيت ڏي، پنهنجي پال پريو.
دردن دل ماندي ڪئي، ڏيل ڏکن ۾ ڏريو.
ايندا اٿم آسرو، پينر بخت وريو.
ڪري قياس ”ڪمال“ جو، ڪامل قرب ڪريو.

(سر ڪاهياري)

## ڪافي (۲۲)

مون کي ڏٺي ڪا محبت، سچي محبت،
سڄڻ منهنجو ساهه سوگهو ڪيو.
پسڻ سان پرين جي، هوش عقل و يا حشمت.
تکو تاب حُسن جو، منهن ماهتابي مورت.

نُورُ عَلي نُور آهي، حسن حقيقي حضرت.
"كمال" كي ڪڙجي وئي، صاف سيني ۾ صورت.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٢٣)

موتي محب ملن، شال اچن،
اديون منهنجي اڱڻ اوتاري.
راتيان ڏينهان روج ڪان، بوندون بس نه ڪن،
نيڻ نمن، هئي هئي ويئي هنجون هاري.
پڙڪي باهه برهه جي، محبّت مچ پرن،
جيرا جان، آتش عشق آتاري.
دونهان دود دکائيا، آزاهه عشق پرن،
منهنجي من، ڳاراٽو تو مون ڳاري.
ڪري قياس "كمال" جو، وارث مئي جا ورن،
سڏڙا سڻن، واڳ وصل جي مون ڦل واري.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٢٤)

گهر نه گهاريندي اديون، لڳي جنهن جي جت سان.
پاهڻ پانئي پالڪي، ڏونگر ڏاريندي اديون.
راتيان ڏينهان روح ۾، سڄڻ ساريندي اديون.
قالُوا بَلىٰ واري قول ڪي، پورهيت پاريندي اديون.
"كمال" ڪارڻ ڪانڌ جي، هنجون هاريندي اديون.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۲۵)

بيشڪ برهه ٻنڌي اديون، آهيان آريءَ ڄام جي.
وڻــدر ور وڻــي ويــا، ڪُنل ڪئن ڪندي اديون.
روئــي روز پنهـل لاءِ، نيڻـن نيـر نِدي اديون.
آيــل آريءَ ڄــام لاءِ، دائـم دردوندي اديون.
ڪري قياس "ڪمال" جو، ڪندو معاف مدي اديون.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۲۶)

ڪوهياري جي ڪاڻ الا، ڪهندي ڪيچ وٽن ڏي.
جيءَ اڙايم وو جت سان،
رتــيءَ جــي رهــاڻ الا.
سورن جـي نـي وو سـرتيون،
ڪتياڻـي تـي آهـ ڪـاڻ الا.
ونـدر جـي نـي وو واٽ تـي،
الـله آري تـون آڻ الا.
"ڪمال" ڪارڻ وو ڪانڌ جي،
هـاڙهـي ويـنـديس هـاڻ الا.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۲۷)

جيڏي شال جمال الا. پسان خان پنهل جو.
ڪميڻيءَ جو وو ڪيچ ۾، واحـد ڪر وصال الا.
جانب ٻاجهان وو جڳ ۾، تيـم جيمي جنجال الا.

ديـر نـہ گهرجي وو دم جـي، ساعت پانيان ٿي سال الا.
اديـــون آري چـام جـــي، ڪٿو قرب "كمال" الا.
(سر ڪوهياري)

## كافي (٢٨)

حال هوتن کي چوندين، سور سلبنديس،
هـاڙهـي هـنـي هـوت پـنـهـل کـي.
ڏيئـي بـاهـہ پنيور کـــي، هـوتـن ڏي آءٌ هلنديس.
رڻ تـتـو رائــي رجـهـي، جـوشـن ۾ آءٌ جلنديس.
پـاڙي پـاڪ رسول جــــي، پورهيت ٿي آءٌ پلنديس.
"ڪمال" ڪاهي ڪيچ ڏي، محبن کـي آءٌ ملنديس.
(سر ڪوهياري)

## كافي (٢٩)

ڪيچ وڃن ڏي ڪـهنديس، لوچي لهنديس،
جـيـڏيـون پنهنجـو يـار جـبـل مـان.
ڀـنبـر شـــهــر ڀنـيـور ۾،
رات نــہ هـڪ آءٌ رهـنـديس.
"اِهدِنَا الصِّرَاطَ المُستَقِيم"،
وات وچـئـن سـان وهـنـديس.
هـلـنـدي هـوت پـنـهـل ڏي،
نيرڙ گــهـــي ســـر گـهنديس.
"كمال" ڪارڻ ڪانڌ جـي،
ســور ســيـئـي سـهـنـديس.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۳۰)

چوري چڏي چيرين، ويا هاڙها هوت هليا.

ننڊر چڏي ننڊ ۾، هو آڏيءَ آڻ وٺي ويا،
مٺي ماري هانيا، مون سان ڏيرن ڏاڍ ڪيا.
پينر هاڻ پنهور ۾، آهي سرتيون منهنجو ڇا؟
اديون آريءَ ڄام ري، مون کي عبث ساعت آ.
اوکو پند پهاڙ جو، پيا ڏونگر کي ڏاڪا،
ونگي وات وندر جي، پيا چوٽن چڙهاڪا.
"ڪمال" ڪريان ڪوڪرا، منهنجي وس نه ڪا،
پون ڪن ڪريم جي، من والهيءَ جا واڪا.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۳۱)

لوڪ لاڳاپا لاهي، هلج هوت پنهل ڏي.

پڇاڻان پريين جي، تنهنجو پوري پنهور ۾ ڇاهي.
اڪيو لوح قلم ۾، انگ آرياڻي سان آهي.
پوندي پاڃهه پروچ کي، من ناتو يار نباهي.
"ڪمال" ڪارڻ ڪانڌ جي، وڃ ڪيچ وٽن ڏي ڪاهي.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۳۲)

اديون آتش حڪيم اجهامي، پاري پاڻ پروچ ويو.

ڏيئي جوش جگر کي، هيءَ ڪتياڻي ٿي ڪامي.
جنهن جو سورينڌ سپرين، سا ويل نه ڪنهن وسامي.

جيڏيون جيءَ اندر ۾، آڙهه عشق آيامي.
"ڪمال" ڪارڻ ڪانڌ جي، رئندي رات وهامي.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٣٣)

هيءَ جا پورهيت پئي تو پناري، ڇڏيو ڪين ڇپر ۾.
پورهيت پنهنجي پاڻ سان، هيءَ سام نيو سنياري.
سام پرتيو سيدا، تنهن ڪي ويهه مَ وساري.
درد منجهان دانهون ڪري، هي پانهي تي پاڪاري.
"ڪمال" ڪارڻ ڪانڌ جي، هيءَ ڪامڻ ٿي ڪوڪاري.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٣٤)

جان جهڪا جلندي اديون، پسي سا تہ پنهل ڪي.
لاهي لاڳاپا لوڪ جا، هوتن ڏي هلندي اديون.
ڦيهي پير پٽن تي، رائي ۾ رلندي اديون.
سانڊي ساهہ اندر ۾، سور نہ ڪنهن سلندي اديون.
"ڪمال" ڪاهي ڪيچ ڏي، چشمن سان چلندي اديون.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٣٥)

محبن لاءِ ماندي الا، وتي تي تہ ونذر ۾.
ڏوبڻ درد فراق ڪان، وار ناهي واندي الا.
ونذر جي هيءَ وڏڪار ۾، آمر هيءَ آندي الا.
ڪاهيان ڪيچ وٽن ڏانهن، ڪانذ تيندم ڪاندي الا.
"ڪمال" تيندي ڪانڌ سان، هيڪر هيڪاندي الا.
(سر ڪوهياري)

## كافي (٣٦)

پورهيت جي پرندي الا، پرت چام پنهل سان.
بانيڻ جي تہ بروچ لاءِ، ساعت نا سرندي الا.
ويندي، رهندي ڪينڪي، وڇان نا ورندي الا.
ڏئي جوش جگر کي، پارڻ جان پرندي الا.
"ڪمال" ڪارڻ ڪانڌ جي، مارڳ ۾ مرندي الا.
(سر ڪوهياري)

## كافي (٣٧)

آري سو ايندو اديون، آهيان جنهن جي آسري.
پليءَ لائي پانهنجي، نہ ٿي نيندو اديون.
چوريءَ چاڙهو چپر ۾، تڪيءَ سان ٿيندو اديون.
دلاسو دلگير کي، ڏونگر ۾ ڏيندو اديون.
"ڪمال" ڏٺي ڪيچ جو، چوري نہ چڏيندو اديون.
(سر ڪوهياري)

## كافي (٣٨)

واڳون واريندو الا، اڳڻ آسروند جي.
واري ورق وصال جو، گڏ جي گهاريندو الا.
چاڙهي هوت چڪن مان، تار مان تاريندو الا.
لاتقنطوا[۱۸] لاڏلو، سخن ساريندو الا.
ڪيل قول "ڪمال" سان، پنهل پاريندو الا.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٣٩)

هت گهايل ڪيٺن گذاري، جنهن جو ور وٺي ويا.

سنجهي سات لڏي ويا، هيءَ آڏي تي اوساري.
ڪڏي پار پريت جا، هيءَ پرهه ڦٽي پوڪاري.
لڳس پاڻ پروچ جو، وڌو محبت مٺيءَ کي ماري.
"ڪمال" ڪارڻ ڪانڌ جي، هيءَ پانهي تي پاڪاري.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٤٠)

ڪيچ وٺن ڏي ڪاهي ڙي، آءُ ويندس وات ورندر جي.
ڪانهي هلندي ڪيچ ڏي، سرتيون مون سان ساهي ڙي.
ووڙيندس وڻڪار ۾، چپر مون کي چاهي ڙي.
ويندس آءُ وڻڪار ڏي، ڏس ڏنو مون کي ڏاهي ڙي.
'ڪمال' ڪهنديس ڪيچ ڏي، اوڪ لاڳاپا لاهي ڙي.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٤١)

قرب مان ڪاهي الا، هليج هوت پنهل ڏي.

ونج وات ورندر جي، لاڳاپا لاهي الا.
هوت حمايت هاشمي، آريااڻي آهي الا.
مدد تنهنجي مصطفيٰ، پؤ توکي ناهي الا.
"ڪمال" ڪاهج ڪيچ ڏي، چپر توکي چاهي الا.
(سر ڪوهياري)

## كافي (٤٢)

دونهان دُرس دكن، پينر يار بلوچ جا.
جيرا بكيون جوش سان، كوري ۾ كامن.
هيكر هن هيٺيءَ كي، موتي محب ملن.
محبت ميمهن وسائيا، بوندون بس نہ كن.
”كمال“ كيچ ڏٺين جا، پلٽيو پسُور پون.
(سر كوهياري)

## كافي (٤٣)

سانگو ساهہ كٽي، ووڙي لهنديس ور كي.
پينر هن پنهور مان، هليس هڪ چٽي.
ڏيرن ڏاڏاهون كيون، ويڙا هوت هٽي.
پسان مانَ پنهل كي، ڏسان كيچ ڏٽي.
لا ٺيندس ليگن كي، مَلي پير پٽي.
”كمال“ قسمت كيچ ڏي، منهنجي بات بٽي.
(سر كوهياري)

## كافي (٤٤)

اديون جاڳو ڙي جاڳو، مون ستي سور پرائيا.
آيم ننڊ نياڳ جي الو پلو وو،
منهنجو نالو نياڳو.
ٻڌي ياروچل ويو الو پلو وو،
مون كي درد جو ڏاڳو.

پائيندي پهاڙ ۾ الو پلو وو،
رت سندو واڳو.
"كمال" كارڻ كانڌ جي الو پلو وو،
مون كي آيل اوجاڳو.
(سر كوهياري)

## كافي (٤٥)

مولا محب ملاءِ، يار ميلاءِ، جيئري هڻ جنڊيءَ كي.
هيكر هوت اكئين ڏسان، پوءِ مون ڏينهن پڄاءِ.
هيءَ كميڻي كيچ ڏي، راحم رب رساءِ.
مون ۾ طاقت ناهه كا، ڏونگر كيم ڏكاءِ.
كري قياس "كمال" جو، پنهل چار پساءِ.
(سر كوهياري)

## كافي (٤٦)

جيجان جهل مَ پاءِ، پل مَ پاءِ، وو موتڻ مون كي مِٺو.
وينديس رهنديس كونكي، روئندي كين رهاءِ.
هيكر ملنديس هوت كي، مادر مون نه موٽاءِ.
وَر ريءَ ورنديس كين كي، وچان مون نه وراءِ.
"كمال" كهنديس كيچ ڏي، پرتي پاڻ خداءِ.
(سر كوهياري)

## كافي (٤٧)

سٺي جي نه سٺي اديون، كنديس واكا ور لاءِ.
جهڙي تهڙي جت جي، وٺي جي نه وٺي اديون.
وجڻ واجب مٿيءَ تي، ڏٺي جي نه ڏٺي اديون.

ڏوهه دوست ڀروچ جي، ڳيڌي آهي ڳنڍي اديون.
پئي چام پنهل جي، ”ڪمال“ هيءَ ڪٽي اديون.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٤٨)

هٿان هوت ويوم، دوست ويوم،
ڪيچو ڪيچن ڪيئن چوان.
آءٌ نياڳي ننڊ ۾، جاڳان جت نہ هوم.
هوند نہ ستيس سيج تي، پرو ڪونہ پيوم.
انگ اڳيئي لکيو، پارڻ پوءِ تيوم.
”ڪمال ڏونگر ڏاڪڙو، اندر لوح لکيوم.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٤٩)

پلتي پنور پيام، جيجان جت ڀروچ جا.
ڏونگر ڏورڻ آيو، ساٿي سور ٿيام.
اوسڙ آسر ويل جو، ڪيچن ڪاڻ ڪيام.
ماري محت مٺيءَ کي، هي هي هوت هليام.
وني ور ورلهيءَ جو، ڏونگر ڏير ويام.
”ڪمال“ قسمت ڪيچ ڏي، پينر باب بڻيام.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٥٠)

اندر منجهہ آڙاهہ، ٻاري يار ڀروچ ويو.
جيرا ٻڪيون جوش ۾، سرتيون ساهہ پساهہ.
سينون سؤ سوراخ ٿيو، سوزن سازيم ساهہ.

هئي هئي ماس هڏن جو، محبت ڳاريم ماهه.
”كمال“ كيچ ڏٿيءَ كي، آٿي مانَ الله.
(سر كوهياري)

## كافي (۵۱)

فاني كيس فراق، وو اديون آريءَ ڄام جي.
سورن جوڙيم سرتيون، اندر منجهه اوطاق.
راتو ريليان رت سان، چڪي پيڙم چاڪ.
پينر شهر پنيور جون، تازيون كنديس تماڪ.
كري كاڏ ”كمال“، ويو موڳي سان مذاق.
(سر كوهياري)

## كافي (۵۲)

جيئري شال جمال، وو پسان خان پنهل جو.
كاهي رسنديس كيچ ۾، كري جان زوال.
اديون آريءَ ڄام ري، هيڻون تيڙم حال.
هيڪر هوت بلوچ سان، واحد كري وصال.
جيڏيون جت بروچ جي، كنو قرب ”كمال“.
(سر كوهياري)

## كافي (۵۳)

پنهون ايندر پاڻ، وو پينر شال پنيور ۾.
نيندو نال نڌر كي، ڏيئي ڏكويل ڏاڻ.
ڏيندو شال ڏكيءَ كي، پري محبت ماڻ.
اندر منهنجو اڏ كيو، پاروچل جي پاڻ.
”كمال“ كيچ ڌڻين جي، كيا وره وتاڻ.
(سر كوهياري)

## ڪافي (۵۴)

موڙي يار مـهار، لهجانءِ سار،
موٽي هين معذور جـي.

رهبر وسـج واهم ۾، ڪرين ڪنَ ڪوڪار،
پهچي مـانَ پنهل کي، پانـڻ جـي پاڪار،
ونـدر واريءَ وات ۾، ڏي آريـاڻـي آڌار،
"ڪمال" ڪارڻ ڪانڌجي، ووڙيـان ٿـي وڻـڪار.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۵۵)

تنهنجو آهم توساڻ، اندر يار اوطاقي.

وَنَحنُ اَقرَبُ ويجهڙو، منجهـم وجود وٽـاڻ.
وَفِي اَنفُسِڪُم من ۾، آريءَ جـو اهـڃاڻ.
وَمَن عَرَفَ نَفسَهٗ، پنهنجو پـروڙج پـاڻ.
"ڪمال" ڪاهه ڪيچ ڏي، صورت صـاف سڃاڻ.

(سر ڪوهياري)

## ڪافي (۵۶)

ڪا ٻڌي ڪوڪار الا، وريو وارث مٺيءَ جو.

پهتي آهـي پـريـنءَ کـي ميان،
الا گـولـي جـي گـفـتـار.

ڪميڻيءَ جي وو ڪيچ ڏي ميان،
الا پـئـي آهـم پـچـار.

سونهان سرتيون وچ ۾ ميان،
الا ويا غم غبار.

"كمال" كاهي ووكيچ ڏانهن ميان،
الا آيو كاند كوهيار.
(سر كوهياري)

## كافي (٥٧)

پنهل جي پيزار، اوجر آهي اکين جو.
اندن پڙپيون اکيون، آجا ڦيا آزار.
عطر آن سان نہ لڳي، مشڪ عنبر تاتار.
ڪجل ايندو ڪينڪي، ڌُل تنهين تكرار.
"ڪمال" سِڪن ڪيترا، عاشق لک هزار.
(سر كوهياري)

## كافي (٥٨)

ڌاري ڄاڻي مون ڌار، هيڏي هوت ڪري ويو.
آءٌ نہ سگهيس سنگ ۾،
پانئين پانيڻ پار.

جهڙي تهڙي جَت جي،
آءٌ بانهي عيبدار.

سنديون پئي وو سڏجان،
پورهيت آءٌ پينار.

لاتقنطوا وو لفظ ۾،
آهيان اميدوار.

"ڪمال" ڪڏهن وو ڪينڪي،
ڪانڌ ڪندو ڪاڻيار.

(سر كوهياري)

## ڪافي (٥٩)

هَي هَي مون هيهات، ڇوري ڇپر ڇڏي ويا.
جاڳين ڪين جت لاءِ، سمهيس ساري رات.
آءُ نياڳي ننڊ ۾، اوني ويا اڌ رات.
ورَ وٺي نا ويسلي، جت زوراور ذات.
”ڪمال“ ڪري ڪوڪرا، پرهه ڦٽيءَ پر ڀات.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٦٠)

جيڪس مٺيءَ جو ڪو ڏوهه، ڏسي ڏمر ڏير ڪري ويا.
لکيو مٺيءَ کي لوح ۾، اياڳيءَ آندو هه.
هاڻي ڪنديس هوت لاءِ، هَي هَي هٿل هنبوهه.
ڦيهي پير پٽ تي، ريلئان رت سان روهه.
”ڪمال“ قسمت ڪم ڪيو، ڪيچن چوان ڪوهه.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (٦١)

چم چمندي سيئن، مادر مون کي ماريَن ها.
مٺيءَ مٺان مامرو، هوند نه ٿيڙو هيئن.
گهوريو جيئڻ جيڏيون، پنهوارن پريئن.
وٺي پنهوارن ور جي، هاڻي ڪنديس ڪيئن.
”ڪمال“ ڪاهي ڪيچ ڏي، وڃان سيد سيئن.
(سر ڪوهياري)

## ڪافي (١)

ملڪ آئو ماڙيچن، مينهن ڪيا مانداڻان،
مينهن ڪيا مانداڻان، چوڏاري چانداڻان!

برتر ۾ بارانيون، گاهن ڪيون گلذاريون،
ڏڻ چوڙي ڏڻ واريون، ٻهڪن اڄ ٻڪراريون،
موڪ مڪي مارن وٽ، ڦوڳ ڦٽا ۽ لاڻان.
رانهان، چانهان، ريڇڙ، ڪرنگ ڪڪوريا ڪنگڙيون،
چيڙ چوندن چوڙيليون، موٽ پچي پيا مڪٽيون،
للر پٽن ۽ لوڙڪ، ٻونهاريون اڄ پايان.
موڪ پچي پيا ميها، ڏت ڏورن ڏوٽيڙا،
ڪنيون ڪاٺي خوش ٿيا، سرتيون اڄ سانگيڙا،
واس ڪٿوريءَ واسيا، ٿاريلين جا ٿاڻان.
”ڪمال“ پڇي ڪوٽ ڪڙا، واحد ڪر هيءَ واندي،
قيد نماڻي نيرن، عمر بندي ڪٿي باندي،
ڏاتر مون ڏيکاريو، پٽن وارن جا پاڻان.
(سر مارئي)

## ڪافي (٢)

جهڙي آيس جن ڪان، تن ڪي ملان شل تيهي،
تن ڪي ملان شل تيهي، جن جي آهيان جيهي.

پيس پناري جنهن جي، مارو مٺي ڪي ملندو،
پيرر پنهور جو پردو، لڄ لوئيءَ جي رکندو،
ڍول ڍڪيندو جيڏيون، پاند پهنواريءَ ڏيندي.

عمر امانت ان جي، سام سنڀالي ساري،
منج موٽائي ماندي، ويڙيچن ڏي واري،
گوندر گڏ جي لاهيان، پکن مارن جي پيهي.
سنگت سنگهارن سرهي، عمر ابائي آهي،
گڏجي گڏ چوڙي هليون، ڏڻ واريون ڏڻ ڪاهي،
تن سانگن جي سورن، ڦوڙائي دل ڦيهي،
قيد "ڪمال" ڪوٺن ۾، مفت مران تي ماندي،
جهانگيڙن سان جيئري، هيڪر تيان هيڪاندي،
سور سليان سپ سرتيون، ويڙيچن سان ويهي.
(سر مارئي)

## ڪافي (٣)

راجا تيءُ تون راضي، مير عمر ڏي موڪل،
مير عمر ڏي موڪل، لاهه جڏيءَ تان هيءَ جهل.
زوراور چڏ زوري، ظلم زبر جون ڳالهيون،
ظلم ڪندڙ نا قائم، تالا ٿيون تن ناليون،
غضب خدا جي گم ڪيا، هنئي جن تي هام هڪل.
تر وارن جا تورا، ڪيئن وساريان ويهي،
هنن اکين سان هيڪر، عمر ڏسان شل ڏيهي،
ماروئڙن جا من ۾، پور پيون تا پلپل.
دم دم منهنجي دل تي، سانگن سور سڄر،
اونيڙن جا اچن، اوتر منجهه اندر،
لڙڪ وهن لوهوءَ جا، اکين آب اڇل.
"ڪمال" قضا قلم ڪيو، قيد نمائي ڪوٺي،
ميليندو مون مولي، مارڙيچن سان موٽي،
ملڪ ڏسان مارڙيچن، بر تر برسيا بادل.
(سر مارئي)

## ڪافي (۴)

ايندم ابانا مون لهندا، سنپارون سڪايل سارون.

ڏسڻ ساڻ ڏکيءَ کي، ڏيندا دردن دارون،
سٽي مان سرهي ٿيان، چڙن جون چونگارون.
اچن اونيڙن جون، تڙن تي تنوارون،
سٽان سانگيڙن جون، جهنگ ۾ جهونگارون.
ملڻ لاءِ مارن جي، کريان ٿي کوڪارون،
آنا مينهن مليرڏي، کيون گاهن گلزارون.
پاڻي پاڪ پٽن جا، پيئن پنهواريون،
ٿر آنا ٿاڏل تي، ڀڪن ڀڪاريون.
بخت وريو پاڳين جو، ٿيون ڳاڙهيون ڳنواريون،
کندا قرب "ڪمال" سان، ڀڏي پؤنرن ڀڪارون.
(سر مارئي)

## ڪافي (۵)

اباڻن ريءَ عمر، ڏکيا منهنجا ڏينهن لنگهيا،
ڏکيا منهنجا ڏينهن لنگهيا، گذري وَهيم ويا!

جيڏيون جهانگيڙن کي، ڏني مون کي ڏينهن ٿيا،
جن ريءَ ساعت نا سري، تن ريءَ پهر پيا.
ڏکن پيريا ڏوراپا، چوڙيلن مان ڏي چيا،
ناز پيريا هي نياپا، مارئيچن جا مليا.
جيءَ جسو ڙي جيڏيون، سوز سنگهارن ساڙيا،
ٿورا تاريلن جا، وسري مون نه ويا.
لوح قلم جا لکيا، ڪڏهن کين ٽريا،
"ڪمال" چوي ڙي آيل، پاڻ مٽيءَ کي پيا.
(سر مارئي)

## كافي (٦)

مارن سان منهنجو عمر، انگ الستي آڙيو،
انگ الستي اڙيو، جف القلم ۾ جڙيو.

ويس وڳا ڪُهه تنهنجا، سينگار مون نا وٽيو،
ڀن زيور زريون، ساهه سانگن لاءِ سڙيو.
پيرون پڪا مون چونڊيا، چوٽ وٽن تي چڙهيو،
ساڳ سگر مون ساري، لُڙڪ پون تا لڙيو.
بند ڪري هن بند ۾، قلم قابو آهه ڪڙيو،
سانگيڙن ڪي ساري، رات گذاريم رڙيو.
قيد ”ڪمال“ ڪئي قسمت، قلم قضا جو پڙيو،
لوح قلم جو لکيو، مورئون نا مُڙيو.

(سر مارئي)

## ڪافي (١)

الستي لڳيو انگ ڙي سرتيون، منهنجو خان پنهل سان.
قالوا بليٰ چئي تيڙس قابو،
لڳو نينهن نسنگ ڙي سرتيون.
ڪُن فيڪُون ڪانڌ جو پيڙم،
پاروچل جو پنگ ڙي سرتيون.
ڪٿي عشق اظهاري آيس،
رمزن وارو رنگ ڙي سرتيون.
"ڪمال" قيدي قربن ڪيڙو،
ورهه پاتس ونگ ڙي سرتيون.
(سر بسنت)

## ڪافي (٢)

پيارا تنهنجي محبت ۾ مخمور،
هوت قران حيران هميشه، برهه ۾ پرپور.
دلبر ديد دونالي ڏاري، گهائي دل سان گهور،
هٿي تير تفنگن وانگر، چشمان ڪن ٿا چور.
زلف نانگ زوراور زهري، ڏنگ هڻن ٿا ڏور،
ابرو سيف سٺن سرواهيون، ڪيئي ڪن ڪيس ڪلور.
سڪ سلق جي سهٽا ناهي، پوي پلپل پور،
من اندر ۾ ميچ محبت جا، جيئن جلوو ڪوهه طور.
"ڪمال" ڪامي ڪوري وچ ۾، سيني اندر ۾ سور،
هوش عقل هئي عشق آڏايا، ويچ وڃن وهلور.
(سر بسنت)

## ڪافي (٣)

نينهن وڄايم ننگ ڙي سرتيون،
هوش عقل جي مون ڪل نه ڪائي.
جيڏيون منهنجي جيءَ اندر ۾،
ٻاهه ٻري بيرنگ ڙي سرتيون.
راتيان ڏينهان روح اندر ۾،
چوريان ويٺي چنگ ڙي سرتيون.
نفس قلب جي لڳي لڙائي،
دور ڪيو تن دنگ ڙي سرتيون.
"ڪمال" گهايو گهور پرين جي،
ڏاڍو لڳو اٿس ڏنگ ڙي سرتيون.
(سر بسنت)

## ڪافي (٤)

پيارے واه خوب پرين تيڏا خيال،
صورت دا ڪر سانگ بنائے آهين حُسن جمال.
ڪڏهان ڪرندے گام گدائي، ناد نفيلان نال،
هر رنگ دے وچ حاضر هُووين، هادي حال في الحال.
ڪڏهان مست رهين مئخانے، ساقي آپ ڪلال،
بازيگر جان بازي پڙهے، ڪيتهءِ قيل مقال.
ڪڏهان همدم نال هميشه، ڪڏهان جنگ جدال،
ڪڏهان دلبر دور گذارين، ڪڏهان وقت وصال.
ڪڏهان صاحب نال شرع دے، ڪڏهان لانگوٽيو لال،
بيرنگي تيڏي حيرت هوئي، ڪڏهان نال "ڪمال".
(سر بسنت)

## کافي ( ٥ )

یار اسان نون برھم پڑھایا باب،
کونھي ڏوھہ ثواب۔

ویکیم صورت یار سجڻ دي، کُلیا نُور نقاب۔
نُور نسورو ذات قدیمي، رُخ روشن ماھتاب۔
رلمل نال ڍولڻ ھک ٿئیان، گیان دور حجاب۔
”کمال“ لگیان قرب دیان کاتیان، کیتا قُرب کباب۔

(سر بسنت)

## کافي ( ٦ )

یار اسانون برھم پڑھائي بات، عشق کیتي اثبات۔
ھوالاول ھوالآخر، ظاھر باطن ذات۔
جت کت رھندا یار دا نظارا، برھم کیتي برمات۔
ویکھ تماشا دلبر والا، مونجھہ گئي مصلات۔
”کمال“ آپ فنا ھوکے تم، ویکھ طوري تجلات۔

(سر بسنت)

## کافي ( ٧ )

ھادي میڏي اگڻ آیا انور، مٺھا سونھن پریا سرور۔
سھٹي اپنا قُرب سُجاتا، پیر پایا پرور۔
کیلدا ٿیلدا دلبر آندا، مٺن دورس کیتا دلبر۔
خوشیان خوب ٿیان ھڻ شادیان، محب ملیا منور۔
”کمال“ نال ڍولڻ ھک ٿئیان، رلمل مٺین رھبر۔

(سر بسنت)

## ڪافي (١)

ماريس محبت مام، آءُ مل هوت چڏ مئي سان رسّاما.

”ڪُن فيڪُون“ سُڻي آواز،
عشق ٿيو مون امام.

”لاَ تَقنَطُوا“ ٻول لطيفي،
پرين جا پيغام.

ورتم دامن روز ازل کان،
سجدو ڪيم سلام.

”قالُوا بلٰي“ جو قول ڏيئي،
آندو ”ڪمال“ اسلام.

(سر جوڳ)

## ڪافي (٢)

دلڙي ڪيهي دستور سان،
جانب ويو جهٽ پٽ جهٽي.

جان ۽ جيرو، جگر، ڦاڪون فراقن ڪيو ڦٽي،
لڱون لڳي لاغرض سان، هاڏي نٽي هرگز هٽي.
ڏک سور ڏونگر جا سهي، مَنَ خان، شل ڏوهي ڪٽي!
دوست ڪان جنهن ڏار ڪٺي، ربّ پاڙ شل تنهن جي پٽي!
قدم ڪوهيارل پري، من قاف ڪي مٿي ۽ تان ڪٽي،
هٿ رکي مَنَ هوت مٿي ۽ تي، منهن نہ شل مون ڪؤن مٽي!
”ڪمال“ ڪاهج ڪيچ ڏي، سر ساهہ جو سانگو سٽي!
جبل ۾ جانب اچي، من لوڙهہ هُو مٿي ۽ جو لٽي.

(سر جوڳ)

## ڪافي (٣)

دلبر هٿئين دل ڏاڙي ۾، منهنجي جان سورن ۾ سڙي.
هٿي وڏو مون کي گهور گهائي،
اوچتي اک جو اڙي،
هاڻي هٿي منهنجو حال ڪوئي،
باز سان بلبل لڙي.
ٻن جدائيءَ جو جيڻ،
گهوري وڇوڙي جي گهڙي،
هٿي هٿي سڄڻ جي سوز ۾،
لس لڙڪ پيا نيڻن لڙي.
زلف جي زنجير ۾
قابو قريبن دل ڪڙي،
ڇوڙيان، ڇٽندي نه سا،
جا جان جانب سان جڙي.
"ڪمال" کي ڏک ڏيل ۾،
دردن اچي لاتي ڏڙي،
انگ اڳيئي جو لکيئين،
تقدير قادر جي پڙي.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٤)

درد دلبر جي لٽي، پائمال ڪئي دلڙي پٽي.
ڪيچ ڏي ڪاهي وڃان، سر ساهه تان سانگو ڪٽي،
ڏک ڏولائو، سور ساٿي، باب بيڪس جي بٽي.
هيءَ تکي ٿي تيز آهي، عشق جي آتش گهٽي،
سا اڃهامي ڪئن اندر مان، جنهن جو سوربندڙ ڏٽي.

هـَـي چِڏي مون هوت ويو، هٿ هيڪلي، هڪڙي ڇٽي،
هـَـي وڇوڙي وقت گهوريو، ڪُهـِـي فراقن جي ڦٽي.
”ڪمال“ ڪي ڦهري ڪناريون، هوت ويو هٿ سان هٽي،
هـَـي هـَـي بندي جي باب ۾، هِن پَر رضا واحد وٽي.

(سر جوڳ)

## ڪافي (٥)

دل ڦتي ديدار دلبر، ڏسڻ سان ڏنگي وئي.

هيئن نـه پانهنجو هيتري، ڪا دل منهنجي ڦرجي وئي،
ديد پريان ديد ۾، منهنجي اوچتي اڙجي وئي.
ميخ محبّت جي مٿي ڪي، جيءَ اندر جڙجي وئي،
دام ۾ دل زلف جي، قابو آها ڪڙجي وئي.
مينديون ميندين سان ملي ويون، رمز ۾ رلجي وئي،
ساچتي دل ڪيئن آناهون، ڳوپ ۾ ڳنڍجي وئي.
”ڪمال“ ڪي صورت سپرين، من اندر مڙهجي وئي،
وصل ڏاران نا وسيلو، ورهه ۾ ونگجي وئي.

(سر جوڳ)

## ڪافي (٦)

خاص ڳولج ڪي خدائي، عشق ناهي عام ۾.

جي ذوق جي ماڻين ذري، ڪولي ڏسج دل جي دري،
موت کان اڳ وچ مري، مُوتوا واريءَ تون مام ۾.
”قالُوا بَلٰي“ آئين ڪـَهي، تون سور سڀ سِر تي سـَهي،
راضي رضا ۾ تون رهي، آئين آلستي انجام ۾.

صورت صاف سڄاڻ تون، پنهنجو پروڙج پاڻ تون،
"وَمَن عَرَفَ" کي چاڻ تون، آيت آئي آهه انعام ۾.
"ڪمال" تي فاني فدا، جيڏري مري جڳ کان جُدا،
ايءُ عشق جي آهي ادا، پئه تون پنجن جي سام ۾.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٧)

شوق جي توکي سيري جو، پئي منڊيءَ جي پر مري.
سر نه تو سڙکيءَ برابر، ڳالهه محبت جي ڳري.
لاهي متو ميخان ۾، ڀُر پيءُ پيالو ڪوثري،
آب احمر کان عجائب، ذوق ذاتيءَ جي ذري.
سڙک جي ساقي ڏني، روشن ٿئي دل جي دري،
سڙ کلي سارو سراسر، راز مخفي منوري.
جي وٺي وحدت ملي، ٿئي حج حاصل اڪبري،
منجهه مدينو منجهه مڪو، ڪعبي وڃين تون ڪيئن وري.
"ڪمال" رک تون قلب اندر، حُب هميشه حيدري،
ساقيءَ ڪوثر ڪندو تو، راهه حق جي رهبري.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٨)

درسن ڪيو دلبر سندو، آهي طالبن تڪرار ميان.
پسيو، پيهي اندر ۾، گل چمن گلزار ميان،
سڙ ڪليو سارو سمورو، نُور تيو نيروار ميان.
اندر ڪعبو اندر قبلو، اندر ۾ اسرار ميان،
منجهه مدينو منجهه مڪو آهه، عاشقن اظهار ميان.

هفت اقليم آهہ اندر ۾، سيني اندر سنسار ميان،
عرش ڪُرسي آهہ اندر ۾، دل اندر ديدار ميان.
"ڪمال" رک تون قلب اندر، وُجودي واپار ميان،
"وَنَحنُ اَقرَبُ" ويجهڙو، عاشقن اعتبار ميان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٩)

سڀ نبين سرتاج سرور، مُصطفيٰ مهندار ٿيو.
صاحبِ لولاڪ جو،
۽ ملڪ جو مختيار ٿيو،
"رَحمَةً لِّلعالَمِين" آ،
عالمن آڌار ٿيو.
"نَحنُ الاٰخِرُونَ السّابِقُونَ"،
احمد سندو اعتبار ٿيو،
"حَرِيصٌ عَلَيكُم الرَّؤفُ الرَّحِيمُ"،
سيد سڀني سالار ٿيو.
احد ۽ احمد ۾ نهي ۾،
تِرُ نہ ڪو تڪرار ٿيو،
"اَنَا اَحمَدُ بِلاَ ميمي"،
رنگ عجب اِسرارَ ٿيو.
"ڪمال" ڪلنگي ڪُل نبين جي،
نُور ميان نروار ٿيو،
"وَالضُّحيٰ، وَاللَّيلَ يٰسِين"،
جانبن جنسار ٿيو.
(سر جوڳ)

## ڪافي (١٠)

ساڳي صورت سرّ خدا جو، دل جون ديدون کول تون.
من اندر محبوب پنهنجي،
فڪر سان ڪري ڦولھ تون،
ساھ ڪان اوڏو سڄڻ آھ،
ڳوٺ ۾ ڪٿي ڳول تون.
ڪيم وچ پرڙدھ پانڊي،
روح نہ پنهنجو رول تون،
غين جو نقطو وڃائي،
عين سان ويهي اول تون.
"فَثَمّ وَجهُ اللّٰه" فڪر سان،
تُر ميزان ۾ تول تون،
"وَهُوَ مَعَڪُم" سمجھ سالڪ،
بات نا اِھا پول تون.
"ڪمال" ڪاھج ڪين ڪعبہ،
آھين قريبن قول تون،
"مَاسوَي اللّٰہ" ڪيم چائج،
ٻي نہ وائي ٻول تون.
(سر جوڳ)

## ڪافي (١١)

سودو اٿئي سر جو ادا، پختو پروڙي پير پاھ.
اناالحق آکي ادا تون،
گر سندي گفتار ڳاھ،
مر مري منصور جان،
تون سِر متي سوريءَ چڙھاھ.

دست خنجر ”لا“ جو ڪر تون،
نفس ڪي ماري وڃاءِ.
”لايڪفرِ ناراً“ اندر ۾،
مچ محبّت جو مچاءِ.
”العِشقُ ناراً يّحرّقُ“،
پاڻ تون پنهنجو پچاءِ،
ڪين هستي حال پنهنجي،
بدن ۾ باقي بچاءِ.
”ڪمال“ ڪاهي وڃ قتل تي،
پير نا پُٺتي هٽاءِ،
”مُوتُوا قبلَ آنۃمُوتُوا“،
موت کان منهن نا مٽاءِ.

(سر جوڳ)

## ڪافي (۱۳)

وقت آخر آهہ وداع جو، روئي تون ربّ کي ريجهاءِ.
”قَالُوابلىٰ“جوقول ڪيئہ، ڪهڙي تنهنجي روح راءِ،
واعدو پنهنجو وفا ڪر، ڏچ ڏئيءَ جي خوف ڏاءِ.
وقت ويهي تو وڃائين، واهہ تو لاهہ واهہ واءِ.
موت آخر آهہ مٿي تي، ڳالهہ هينئڙي سين هنداءِ.
”ڪُل نَفس“ مام جاڻي، نير نيڻن مان وَهاءِ،
توکي هلڻو تيو هتان، ڪو درد جو دونهون دُکاءِ.
”ڪمال“ رک تون قلب اندر، خوف هڪ خاوند خداءِ،
روز شب ريهون ڪري، هردم ويهي ڪر هاهہ هاءِ.

(سر جوڳ)

## ڪافي (١٣)

هڪ بار رهي وڃ رات ميان، ڪرَ نه مُنهنجيءَ ڪي مات ميان!
بيوس آهيان، وس ڪو ناهم، برهه پڙهايم بات ميان.
ساعت ساعت طلب اوهان جي، تن ۾ تاري تات ميان.
لوري ليک سا ڪانه لهي ٿي، وائي تهنجي وات ميان.
"ڪمال" آهه رهه وڪوڙيو، عشق اندر اثبات ميان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (١٤)

ڪانهي پرين پرواهه ڪا، هيءَ مفت ٿي ماندي مري.
تون ڪلين خوش ٿو رهين، هي ڏکي ڏک ۾ ڏري،
تون ٿو ميٺا ماڻين مزا، هيءَ ڳالهه ڪيو تنهنجي ڳري.
ڏار دم ٿو ڪان گذارڻ، ڪهڙن ساعت ٿي سري،
لنؤن لڳائي چو لوڏائين، پاڻ ڪان پورهيت پري.
جي نهارين ناز سان، هن دل قتيل جي دل ٺري،
جي تون ملين مشتاق سان، سر سؤ پيرا صدقي ڪري.
"ڪمال" جي قابو ڪيئي، دل اکين جي آڏي آري،
حيلا هنر ڪيم ڪهڙا، موٽي نه ڪنهن پر ٿي وري.
(سر جوڳ)

## ڪافي (١٥)

هن لوڪ ۾ طعنا تنهنجا، ماڻهو ڏين ٿا مون گهڻان.

چشمن ڪيو چوري چري،
ڏک ڪان پئي دلڙي ڏري،
ملنديس ڪ يا وينديس مري،
هي هي وئي هنڙا هڻان.

ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان،
۽ دانهن ڪهڙي در ڏيان،
آءُ جڏي پئي تي جيان،
گوندر گڏيا دمڙا ڪٺان.
"ڪمال" ڪنهن ۾ ڪيئن ڪريان،
آءُ سِر نائي سجدي ڏريان،
پورهيت تي پاڻي پريان،
۽ مڪر پرين توکي وٺان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (١٦)

آءُ سوالي آهيان، دلبر تنهنجي ديدار جو.
جانب جدائيءَ ۾ جيئڻ، بيوس ٿيو بيڪار جو،
ميل! لهي مانام مٿيءَ تان، عشق جي آزار جو.
محب جهي مٿيءَ ڪي ملي، پاندي اوهان جي پار جو،
درد دک دل تان دفعي ٿئي، مرض من مونجهار جو.
"لاتقنطوا" جو لاڏلا، ٿيو سخن تو سردار جو،
آسرو آهي گهڻو مون، آيت هِن اِظهار جو.
"ڪمال" جو ڪارڻ خدا، هي غرض بد گفتار جو.
تي هيڪاندو هوت مون سان، منهن پسان مختيار جو.
(سر جوڳ)

## ڪافي (١٧)

ناءُ ڪر پنهنجو نفي تون، ڪر "الله" اثبات پوءِ.
ڏوئي دل مان غير ڪڍ، رتيي، روح ۾ نا رهاءِ،
ڪي سانگو ساهه جو، ڪر برهه جي بات پوءِ.

چڏ گلا غيبت ذكر، كوڙو دنيا جو مكر،
كر صورت هاديءَ جو فكر، لنؤ لاهوتي لات پوءِ.

صورت صاف سڄاڻ تون، شك نكو پيو آڻ تون،
پنهنجو پروڙج پاڻ تون، كر طلب جي تات پوءِ.

"كمال" هئڻ آهه حرام، پڌ پكو دل ۾ احرام،
سر نائي سجدو كر سلام، وحدت جي وائي وات پوءِ.
(سر جوڳ)

## كافي (١٨)

هك ساعت پانڌيان سال ميان، آهُ يار اگهُه كر دير نكا.
جيڏري جانب كر نه جدائي، هيڻون ٿيو ڙم حال ميان.
دردونديءَ كي ڏي كو دلاسو، وار ويچاريءَ وصال ميان.
پس اچي تون يار پيارل، عاصيءَ جو احوال ميان.
دير نه گهرجي دلبر دم جي، كُنو قُرب "كمال" ميان.
(سر جوڳ)

## كافي (١٩)

ڏس محبت جو ميدان، كاهي وڃ تون كيچ وٺ ڏي.
ووڙي لهُه تون يار وندر مان، سور كٽي سامان.
ڏونگر ڏورج يار پنهل لاءِ، جوش كري جولان.
روئي سڄڻ جا راهه نهارج، باري برهه بيان.
"كمال" كاهج قرب منجهاورون، تيج كُسي قُربان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۲۰)

تنهنجي برهه بڇايم باهه،
لهه سار سگهي مون کي ساڙ نه تون.

محبت من ۾ مچ مچايو،
اندر عشق آڙاهه.
ڪين اجهامي آگ اندر جي،
ڪري حال تباهه.
عشق اندر ۾ آتش لائي،
سورن ساڙيم ساهه.
ڪلمي ساڻ ”ڪمال“ جا ڪامل،
پورا ٿين پساهه.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۲۱)

نقش اهو نيشان، ظاهر باطن سر خدائي.

ساڳي صورت سر خدا جو، غير نه ڪج گمان.
”خلق الانسان علىٰ صورت“، اتم ٿيو انسان.
”الانسان سرّي و انا سره“، فائق جو فرمان.
”ڪمال“ صورت صاف سڃاڻج، برهه جو بستان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۲۲)

ناحق ڪيئي نقصان، ويهي وڃايئي عمر اجائي.

ننڊ نياڳي توکي نهوڙيو، غفلت ۾ غلطان.
حيف حال انهيءَ تي تنهنجي، شامل تو شيطان.

ڏسي دؤر دنيا درنگيءَ جو، موڳا ٿئين مستان.
"كمال" توبهه سان ٿي تائب، داتا كان وٺ دان.
(سر جوڳ)

## كافي (٢٣)

فائق جو فرمان ميان،
"وَنَحنُ اَقرَبُ" ويجهو آهي،
"وَفِي اَنفُسِكُم اَفَلاَ تُبصِرُونَ"،
مولي جو تہ مكان مہان.
"فَاينَمَا تُوَلّوا فَثَمّ وَجهُ اللّٰهِ"،
قادر چيو تہ قرآن مہان.
"وَهُوَ مَعَكُم اينَمَا كُنتُم"،
هر جاءِ ۾ هڪسان ميان.
"كمال" كلمو پڙهي قلبي،
آڻج تون ايمان ميان.
(سر جوڳ)

## كافي (٢٤)

تيكا هڻن تيون تير ميان، چال اكين جي آهہ عجائب.
ابرو سيف ستن سرواهيون، چاك اندر ۾ چير ميان.
زلف خم سياهہ سراسر، كارا بشيهہ ر نير مهان.
وتہر سرخ متي لب لعلي، مرجان موهيا مير ميان.
"كمال" قيدي چاهہ زنخ جا، عاشق لك اسير ميان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٢٥)

وڃان قدمن تان قربان ميان،
مُرشد منهنجو مون وٽ آيو.

سر سڄڻ تان ڪريان صدقو،
مولي ٿيو مهربان ميان.
اڄ عجيب اڱڻ مون آيو،
صورت جو سُلطان ميان.
همدم نال هميشه منهنجي،
راضي ٿيو رحمان ميان.
”ڪمال“ سان پنهنجو قرب ڪيائين،
اچڻ جو احسان ميان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٢٦)

من اندر ماتام ميان، راتيان ڏينهان رت رُوان ٿي.

دل ۾ دونهون درد دکائيو،
نيڻين ننڊ حرام ميان.
من اندر ۾ مچ ٻري ٿو،
محبّت مچ مدام ميان.
ٻيوس ٻوند برهه جي ٻرسي،
ابر جيان آگام ميان.
ڪرڪو يار ”ڪمال“ سان پنهنجو،
اچڻ جو انجام ميان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۲۷)

لهج يار سنپار مهان،
واري واڳ وصل جي منهن ڏي.
هنج هميشه هردم مون وٽ،
دم نہ ٿي هڪ ڏار ميان.
هيڪر منهن ڏي محب موچارا،
ڪٿي نيڻ نهار ميان.
سڪ وندي کي ڪين سڪايو،
جانب جيءَ جيار ميان.
ڪري قياس ”ڪمال“ جو ڪامل،
سيد لهہ مون سار ميان.

(سر جوڳ)

## ڪافي (۲۸)

حُسن هڻي تو نيڪا تير،
سانگو ساهہ ڪرين تو ڪنهن جو؟
حُسن ڪيا حيران هزارين، دام وجهي دلگير.
دانا درد ڪيا ديوانا، ڪوڙي پيهر فقير.
مجني جهڙا مرد موچارا، ولهين ويڙهيا وير.
”ڪمال“ عاشق سوين هزارين، ڪيا عشق اسير.

(سر جوڳ)

## ڪافي (۲۹)

پرين پيهر پري آلا،
نانءَ الله جي آءُ اڳڻ مون.
دلبر ٿو ڪان ڏار منهن جي،
ساعت ڪين سري ميان.

دلڙي منهنجي دلبر تو لاءِ،
ماندي محب مري ميان.
همدم نال هميشه هج مون.
پل مَ تئي پري ميان.
محب "كمال" سان آچي مل تون،
كامل قرب كري مياز.
(سر جوڳ)

## كافي (۳۰)

اسان جو عشق امام ميان، جوڙي برھ جماعت آهي.
اندر كعبو، اندر قبلو،
مسجد من مدام ميان.
دلبر دور نہ، دم آهي هكڙو،
آهي پكو احرام ميان.
ورد وظيفا ويڙا وسري،
نظر هكڙو نام ميان.
"كمال" قلب پنهنجي كي كريون،
منجهان شوق سلام ميان.
(سر جوڳ)

## كافي (۳۱)

صورت جا سردار، آءُ مل يار، مٺيءَ سان پرچ پيارا.
آءُ اللہ لڳ اڱڻ اوتاري، مرسل مير موچارا.
دير نہ گهرجي دلبر دم جي، آءُ اڙيءَ آڌارا.
بيوس بوند برھ جي برسي، نيڻ وهن ٿا نارا.
قرب "كمال" سان كامل كريو، جانب جيءَ جيارا.
(سر جوڳ)

## كافي (٣٢)

واه ويراڳـــن وفـا وفـا، قول "قالوابلي" جو.

پـــاڻ ۾ پيهي پسن پرِ کـــي،
نـانـگـن ٿـيــڙا نفعا نفعا.

ڏوٺـــي دل مـــان دور ڪياڻون،
خـيـال خـوديءَ جـــا خفا خفا.

ســـاهه انـــدر ۾ لـهـن سپريـــن،
ڏيئي جـــيءَ کـــي جفا جفا.

"ڪمال" ڪاڙهي قلب پنهنجي کي،
سينو ڪياڻـــون صفـا صفـا.

(سر جوڳ)

## كافي (٣٣)

ساهه سهاڻا، ساهه سهاڻا، سڄڻ تنهنجا ســور.

جانب منهنجي جيءَ اندر ۾، ٻون پـلـپـل پور.

دل ۾ درد فراق جـا دلبر، وهـــن ڪات ڪلور.

حال احـــوال وڃايم روئي، چڪي تيڙس چـــور.

"ڪمال" قيدي قربن ڪيڙو، گهايـــو دلـبـر گهور.

(سر جوڳ)

## كافي (٣٤)

مرڻ موچارو، مرڻ موچارو، دلـبـر توکـان ڏار.

ساعت پانيان ســـال برابر، وٽ نه وجهه هڪ وار.

جيڏري جانب ڪر نه جدائي، لـهـم سڪايل ســـار.

دمدم دلبر دل ۾ منهنجي، پرين تنهنجي پچار.
”ڪمال“ ڪارڻ نام ڏٺي ءَجي، پيرو پيچ مَ پتار.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۳۵)

چو تو ڳڻتن ۾ ڳارين زوراور،
ڏاڍو عجائب خيال اوهان جو.
بعضي مون سان گڏ آهين،
بعضي دور گذارين زوراور.
بعضي بلڪل بيحد يرم ۾،
بعضي وٽ نه ورهارين زوراور.
بعضي گڏجي ڪرين گفتارون،
بعضي ڪِلي نه ڪيڪارين زوراور.
”ڪمال“ قيدي قربن ڪيڙو.
لائي لئون، نه نهارين زوراور.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۳٦)

آهيان آپ امير وي،
ذات صفا منهنجي سالڪ سمجهي.
ڪاٿي حاڪم حڪم هلايان، ڪاٿي آپ اسير وي.
ڪاٿي مُلڪ سندو مان مالڪ، ڪاٿي آپ فقير وي.
ڪاٿي طالب تِلڪ لڳايان، ڪاٿي پنڊت پير وي.
ڪاٿي نام ”ڪمال“ سڏايان، ڪاٿي نام نصير وي.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٣٧)

آءُ الله لڳ آءُ پرين، تو لاءِ واجهايان، ٿي ڪانگ اُڏايان.
جڏهن ايندين اڱڻ آتاري، لهندين مُٺيءَ جون سارون سنڀاري،
هندَ ٻهاريان، سيج وڇايان.
جڏهن ملندين محب مُٺي سان، قربن وارا ڪانڌ ڪُٺيءَ سان،
عطر لايان، مشڪ ملايان.
جڏهن ڏور اڱڻ مون ڏلندين، محب مٺا اچي مون سان ملندين،
سهرا ڳايان، سينڌ چٽايان.
يار "ڪمال" جي اڱڻ ايندين، ونيو نال نيڙر ڪي نيندين،
ڪنڌ ڪپايان، گهور گهمايان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٣٨)

جانب خوب جمال، جلويدار جواني.
جن پريون مشتاق ملائڪ، شمس قمر زوال،
حورن ڪي حيراني.
حسن ڪيا حيران هزارين، اعلى شان اقبال،
مٽ نہ ماهہ ڪنعاني.
روشن رخ ماهتاب موچارو، ڪونهي منهن جي مثال،
سهڻل سر سبحاني.
مٽ نہ آ مخلوق پرين جي، لب بدخشان لعل،
ابرو سيف ايراني.
درشن لاءِ ديوان پرين جي، ڪُٺو قرب "ڪمال"،
قدمن تان قرباني.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۳۹)

جوڙي هي جهان، هر جاءِ حڪم هلايئي.

جوڙي آب مٽيءَ جو بوتو، اُٿيـن تـنـهـنـ انسان،
آدم نام ڌرايئي.

احد منجهان تـي احمد آئين، ضعيف زمان،
بار کڻين جو چايئي.

ڪاٿي ماهه مصر ڪنعاني، جلوه دار جوان،
پنهنجو مُهل چُڪايئي.

ڪاٿي امام حسين ٿي آئين، مَلـهايئي ميدان،
ڪوڙي ڪنڌ ڪپايئي.

ڪاٿي منصوري پائي منصب، سوريءَ جو سلطان،
انا الحق آلايئي.

ڪاٿي ورق وساري تقوا شيخ بڻي صنعان،
جٺيون ڳچيءَ ۾ پايئي.

ڪاٿي نالو "ڪمال" سڏايئي، سِر سارو سبحان،
صورت بيڪ بنايئي.

(سر جوڳ)

## ڪافي (۴۰)

باهه برهه جي جن کي ٻري، مچ ڪان نٿا مانجهي مڙن.

شوق ۾ ساجن سدا، فاني ٿيا عاشق فدا،
جڳ ڪان مري ٿيڙا جدا، نت سوز ۾ سيئي سڙن.

پتنگ جان پڙ ۾ اچي، مچ ۾ ٻيئا مانجهي مچي،
پروان جان پهچي پچي، سڪ جا سڦ سي تا پڙهن.

سينو تن جـو صاف ٿيو، محصول تن تان معاف ٿيو،
عـاشـقـن انـصـاف ڪيو، لرزن نہ ڪي، لاڪ لڙن.
”ڪمال“ ڪي سنگسار ٿيا، عاشق ڏسـو نـروار ٿيا،
هـردم مٿي هـسوار ٿيا، سوريءَ آتي سالڪ چڙهن.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۴۱)

جن جي لڳي لا غرض سان لئون،
ڪيئن مٿا سي مـات ڪـن.

لئون نـفـي اثـبـات سان، ذاتي ذڪر قلبي ڪڙهن،
ورد دائـم دل اندر ۾، هـوت جو هردم پڙهن.
قتل تي ڪاهي وڃي سي، ري ڪانيءَ قـربـان ٿين،
مـُـوتـُـوا قـبـل وياُ ري جي، سي مـرد نا موٽي مرن.
ري لانـگوٽي ڪين پاڇي، سـچ ۾ قـدم ثابت رکن،
پيروي پـوري ڪيائون، پـيغـمـبـري پر آهه آنهن.
”ڪمال“ ٿيا في الله فاني، ڪين تا ڪسندي ڪـڇن،
سـر ڏيئي سـرها ٿيا سي، لـحـم لهندي نـا لـڇن.
(سر جوڳ)

## ڪافي (۴۲)

صورت چو نہ سڄائين، سـاڳـي ذات اِهو ٿي.
هيڏي هوڏي هوت چو ڳولين، تـو ۾ آهـي آريـاڻـي،
پاڻ پروڙج پيهي.
قـالـوا بـلـيٰ جو قول تو ڪيڙو، هـت وسـاريئي هـاڻـي!
هـت ڪن الائي ڪيهي.

عمر اجائي، وقت وڃائين، ڇاڻ اِهو ڪين ڇائي،
وقت وڃائين تو ويهي.
قياس "ڪمال" جوئي ڪامل، ڪريو پير مغان تي سائي،
فراق ھٽي دل ڦيھي.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٤٣)

هوت مون کي هڪوار پسايو پيشاني،
درد وندي کي درسن ڪاريو.
دل ۾ دونهان درد دکن تا، برهہ ڪيو بيمار،
ڦتي دل فاني، محب مٺا مون کي محبت ماريو.
رهيم روح ۾ رمز اوهان جي، تن من اندر تار،
مان تيس مستاني، عشق اندر ۾ باوڻ باريو.
ڳوليان ڦوليان ڳوٺ ڳلين ۾، ڦيران ڦيريدار،
درسن جي ديواني، دردمون کي نينهن نچايو.
"ڪمال" قيدي قربن ڪيڙو، نينهن لڳس نروار،
ڪامل! تيس قرباني، عشق اوهان جي ڳٽيءَ ڳاريو.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٤٤)

دلبر دانهن ڏيان مان ڪنهن کي؟
آهي فراقن ڪئي دل ڦارون.
خبر خير جي آڻ ڪنياتا، گھوٽ سندي گفتار،
سخن سچارا، آهُ عجيبن ڏي اخبارون.
وارث ويٺين ڪوهہ وساري، صورت جا سردار،
نُور نيارا، تن من اندر طلب تنوارون.

وَرنه واڳون وار واهيءَ ڏي، سيد لهه مون سار،
پرچ پيارا، موڙ مٺيءَ ڏانهن محب مهارون.
”كمال“قيدي قربن كيڙو، عشق اندر آزار،
محب موچارا، سورن مفت ڏنيون تہ مارون.
(سر جوڳ)

## كافي (٤٥)

تي وسيلو واهر واهہ، كري واكا تي ويچاري.
درد لڳو آهي دل ۾ دلبر، پيا ڳاراٿي ڳاهيا ڳاهہ،
محب مٺا تنهنجي محبت ماري.
دردن دونهون دُرس دكايو، سوزن ساڙيو منهنجو ساهہ،
نير نيڻن مان جر تيو جاري.
بيوس بوند برهہ جي برسي، محبت ڳاريو مُٺي جو ماهہ،
باهہ برهہ آ بدن ۾ ٻاري.
”كمال“ كري كاندُ كوكارون، ناءَ الله جي، شاهن شاهہ!
عمر سيكيس ساجن ساري.
(سر جوڳ)

## كافي (٤٦)

بيوس بند ۾ باندي، آءُ، مفت مران تي ماندي.
عمرَ قيدن ۾ كوٺن ۾، مون نہ ارادي هت آندي.
وطن كنهن دم كين وساريان، هُجان هُت نيت هيكاندي.
موٽي ملك ملير مرنديس، كانڌ تينهن ۾ شل كاندي.
قيد ”كمال“ تان كاٽ قادر، واحد كري هيءَ واندي.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٤٧)

لوئي ڪيئن لڄايان، ڪارڻ ٻن ڏينهان.

عمر آڇ مَ زربون زيور، ڪين ڪڙيون هس پايان.
پٽ پٿيهر ڪين پهرينديس، زيور زحمت پايان.
محل ماڙيون مون نہ وڻن ٿيون، ويڙهن لئہ واجهايان.
"ڪمال" ڪو دم ڪوٽ ۾ آهيان، لوئي لقب ڪيئن لايان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٤٨)

من اندر منتارا، ٻيا ول ڪيون،
آءُ ڪريندا اوتارا.

آپي طالب، آپي مطلب، آپي شاهہ سونهارا.
آپي ذاتي، آپ صفاتي، آپي نور نظارا.
آپي عاشق آپي معشوق، آپي تخت هزارا.
آپ بادشاهہ آپ گداگر، "ڪمال" سمجهہ اشارا.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٤٩)

عشق اگهہ مهڏے آيا، سيالي، اسان چشمن چايا.
بار برهہ دا برسر چايم،
نينهن نوان من لايا.
رانجهن آيا ويڙهے اساڏے،
بيرنگي رنگ لايا.

لاڪــئــون روز ازل رانجهن دے،
پــيــچ پــرت دا پــايــا.
"ڪمال" نــال رانجهن هڪ ٿئيان،
واهہ مــزا مــئــن پــايــا.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٥٠)

يــار اساڏے ويــڙهــے، رانجهن مئوڙے نال هميشه.
ڪٿڪ نہ ڪيتم سيرتے چايم، جهنگ سيالي دے جهيڙے.
رانجهن مئيڏے سير دا سائين، خــام مــرے مــر ڪيڙے.
روز ازل مــيــثــاقــون مــئيڏا، نــال مــاهــي دے ميڙے.
رانجهن مئيڏا فرق نہ ڪوئي، ڪيها سنڌے ڪيها سيڙے.
"ڪمال" نال رانجهن هڪ ٿئيان، "وَنحنُ اَقربُ" نــيــڙے.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٥١)

شرم حياءُ ڪنون ڳيٿان، لــڳــا مئنون عشق اويڙا.
جهنگ ســيــالــيــنــدا ننگ لنگهہ،
هــڻ پــڌر وچ مــئــن پشيمان.
ڪيڙے پيڙے دي مــت نــہ ڏيتو،
نــيــٽــيــن وهــن نــت نئيان.
بس ڪران ڪهيوين، وس نہ مئيڏا،
تــاب حُــســن دے تئيان.
"ڪمال" مئن هان ميلڪ ماهي دي،
نــال رانــجــهــن هـــڪ تئيان.
(سر جوڳ)

## ڪافي (٥٢)

مون کي مولا محب ملايو،
سڪندي مون سال لنگهي ويا.

روضو پاڪ رسول جو، ذاتر مون کي ڏيکاريو.
ملڪ مدينی مون پرين، پرور مون کی پهچايو.
اندر ۾ آڙه، عشق جو، ڏونهون دود دکايو.
ڪلمي ساڻ ”ڪمال“ جا، پويان پساهه پچايو.

(سر جوڳ)

## ڪافي (٥٣)

سڻو سهليان مٺن مٺيان،
رانجهن دےعشق هلان ڪيتي.

جهنگ سياليندے طعنے مهٽے،
جڳ سارے ديان جٽيان.
ماهي مٺون قتل ڪيتا،
ڪات نيٽان دے ڪٺيان.
هوش عقل ڏونهين ڏور گيا،
هو باڻ ماهي دے پٽيان.
”ڪمال“ نال رانجهن هڪ ٿيان،
برهه بوندان آئيان.

(سر جوڳ)

## ڪافي (١)

مدد مون سان مٺا مدني، اڄ هن حال ٿي هاڻي.

سواءِ تنهنجي وسيلو ڪو، نظر ڪي ناهه حيلو پيو،
ٻڙي منجهه سير ڀيلو پيو، سچا سرور ٿجان ساڻي.

سڻي سڏڙا سگهو سرور، پلڪ ۾ پهچ تون پرور،
پيارا پاڪ پيغمبر! ٿڪيءَ ڪي ٽر اندر پاڻي.

رحم ڪر يا رسول الله، خدا ڪارڻ خليل الله،
واهر ڪر سون ولي الله، هيڻن حُب تو سچا چاڻي.

سڻي ”ڪمال“ جي زاري، مون سان ڪر محب موچاري،
ڏيو ڪا دوست دلداري، آڌر مون اوٽ آرياڻي.

(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (٢)

سورن جي ڪاڻ ساجن سان،
اکيون ڇو ٿيون وڃيو اٽڪن!

ڏاريا جي باز تو بحري، چٽيي چمڪار تن ڇهري،
ڪشن ٿا ڪانَ سي قهري، سيني منجهه سيف جئن سٽڪن.

جاچي جوڇي ليو پايو، ڦرائي دل نه ڦاسايو،
پنهل سان پيچ تن پايو، ڏسي ڏونگر متان هٽڪن.

اتي ”ڪمال“ ڪئي زاري، جتي خنجر وهن ڪاري،
ڏيئي سرڙو ڪٺو ساري، چڪائي ساهه کي چٽڪن.

(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (٣)

ڏسي دنيا سندا دليا، ڇڏيو سون لوڪ جو لارو.
ڪنين ڪي عشق آزاريو،
ڪنين ڪي فسق ڦاسايو،
ڪنين ڪي برهه برسايو،
هڻن تا نينهن جو نعارو.
ڪنين ڪي راهه رحماني،
ڪنين ڪي ڪار شيطاني،
ڪنين ڪي سير سبحاني،
وڃائي پنهنجو ويا وارو.
ڪيئي حوران منجهه حيرت،
ڪيئي غلطان منجهه غفلت،
ڪيئي مستان منجهه محبت،
سمجهيو سير تن سارو.
”ڪمال“ ڪنهن سان نه ڪڄ ظاهر،
نه ڪڍجان ہاڦ ڪا ٻاهر،
چون تا شعر ڪيئي شاعر،
ڪنهن وٽ ڪونه ٻيو چارو.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (٤)

چڙهياسون عشق جي چاڙهي،
ٻڪو اي جاڻ جاتو سون.
ساڳي صورت اها آهي، انهيءَ ۾ ڦير ٻيو ناهي،
انهيءَ ۾ سهڻو سڀ آهي، لاڻ سان نينهن لاتو سون.

ڏٺي سون برهہ جي بازر، تيوسون ذوق سپ ظاهر،
ڏسي هر جاءِ تي حاضر، پنهل مان پيچ پاتو سون.
لنگهي سپ ڏينهن ڏک جاويا، مليو محبوب سپ سک ٿيا،
اگهہ تي پير پرين پيا، تہ ناتو نينهن نيايو سون.
"ڪمال" محبوب سان مليو، لٿا غمڙا خوشيءَ ڪليو،
رانجهن سان رمز ۾ رليو، صفا ساجن سڃاتو سون.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (۵)

ويهي محبت سندي مڪتب، برهہ جا باب پڙهنداسون.
اکر هڪ 'الف' جو ڪافي، صفا سيني اندر صافي،
مُلان ڏي 'بي' ڪنان معافي، انهيءَ چاڙهيءَ نہ چڙهنداسون.
پڇي پند پيچرو پير جو، مٺي محبوب منوّر جو،
صفا ديدار دلبر جو، ڏوري منجهہ ڏيل ڏسنداسون.
آڏي جا عشق جي آهي، وهنداسون تنهن مٿي ڪاهي،
لاڳاپا لوڪ جا لاهي، وکي سير ڪات ڪسنداسون.
نفي اثبات سان اوري، سمر ڏي ساهہ ۾ سوري،
دنيا عقبيٰ ٻئي گهوري، پرين منجهہ پاڻ پسنداسون.
"ڪمال" مرعوب برهہ بازي، ڏوئي سپ غير ٿيا غازي،
رهي هردم رضا راضي، وڃي محبوبَ ملنداسون.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (٦)

وڃي محبت جي مئخاني پيالا پرت پيئنداسون.
اسين هن قلب کي ڪاڙهي، سڄڻ جي سوز ۾ ساڙي،
نشو ڪو نينهن جو چاڙهي، پائي جيءَ جوڳ جلنداسون.

وينداسون ڪيچ ڏي ڪاهي، لاڳاپا لوڪ جا لاهي،
هيٺون جو حال هيي آهي، هلي سڀ هوتَ چونداسون.

جيڪي ڏونگر سندا ڏکڙا، سيئي سرتيون ٿيم سکڙا،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ پڪڙا، مٿي سر سور سهنداسون.

”ڪمال“ چئي دوست دلبر تي، اڙين جي آس انور تي،
سچي سردار سرور تي، قلبي ڪلمو ڪهنداسون.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (٧)

منهنجا جاني اچي مل تون، مري هيءَ مفت ٿي ماندي.

برهه جي باهه ڪئي جهل جهل، رهي آهي روح ۾ رامل،
پرين تو سان سدا پلپل، هجان شل هوت هيڪاندي.

الله لڳ آءُ تون اوري، سکهي منزل سچڻ سوري،
پچان ٿي، آءُ ڪنهن ٿوري، سڄڻ جي پانهن سيراندي.

مٺا مل دوست دلجاني، ڪريان سر جان قرباني،
پانهنَ پڏڙي آهيان پانهي، برهه تنهنجي ڪيس باندي.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (٨)

عجب اکين سندي عادت، وڃهن ٿيون گهور سان گهائي.

هڻن ٿيون تير تفنگن جان، رکن ڪنهن جو نه ٿيون سانگو،
وڃائي ننگ ڪڻ نانگو، نهوڙين نينهن لنؤن لائي.

لڏن پيا زلف نانگن جا، هڻن ٿا ڏنگ ڏوران ئي،
مڙن سڀ ڪين موران ئي، ڪڍن ٿا سيف سٺڪائي.

چوان مان چــا لبن لالــي، مـــثـــل مرجان جـي آهي،
مسي ۽ پــان مـٺ نــاهـــن، اکيان گل انار تـــن چاهي.

"كمال" قيدي قرب ڪيڙو، زلف جـــي پيچ ۾ پيڙو،
قابـو ڪاڪل ڪيو جيڙو، زلف جـو دام گـــل پاتي.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (٩)

جڏهن دلبر مون در ايندو، ڪنديس سر جــان قرباني.

وڇوڙي جـــي گهڙي ساعت، مهڻ جي ناهه مون طاقت،
مڃي مسڪين جـــي طاعت، جڏيءَ کي جلد مـل جاني.

ڪريان فـريـاد ۽ آهـــون، الــلــه لـڳ آءُ اوراهــــونءَ،
ٻڌي ڪر داد، مون داتهون، پــسـايو پاڪ پـيشــانـــي.

آهـيـان مـــان عشق آزاري، لاڏــي آهـيـ بـــرهه بيماري،
وئي سڪندي عمر ســاري، هميشه هـــوت حـيـرانـــي.

"كمال" عيبن پـــري آهمان، اُمـيـد ۽ آس نــالاهـيـان،
سينو ڪهڙو سڄڻ ساهـيـان، ٻانهـن ٻـڌڙي آهيان ٻانهي.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (١٠)

حجت چـڏ هاڻ هوتن سان، روئـــي شب روز ڪر زاري.

ڪڇيءَ ۾ پانـد تـــون پائج، روئي رانـــول کـي ويجهائج،
نيڻن مـــان نير نيٺي هـارج، ملي تـــو هـوت هڪواري.

ڏاڍي سرڪار صاحب جـــي، حجت ڪنهن جي نہ هت هلندي،
ذڪر سان جان جا جلندي، پــســي ســـا نُور نروارِي.

ڪري جا عشق مان آزي، متي تنهن رب ٿئي راضي،
ڏوئي سڀ غير تي غازي، تڏهن سڌ پوندي تو ساري.

”ڪمال“ کڻ ڪو سمر ساري، قبر پلپل تي پوڪاري،
هتان هلندين هنجون هاري، مٿان تو موت آهه ماري.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (١١)

ڇڏي دنيا سندي دولت، پياسون پريٽءَ جي پاڙي.

ڪئي دل درد ديواني، ٿياسون فڪر ۾ فاني،
ڏنوسون دل اندر جاني، ڇڏيم سر سوز ۾ ساڙي.

قران تي محب مستاني، پسڻ لاءِ پاڪ پيشاني،
ڪري سر جان قرباني، هايس آءٌ بي خطر هاڙهي.

نشو ٿيو نينهن جو لاشڪ، پيالو پرت پيتوسون،
خوديءَ کي غرق ڪيتوسون، پرين مون پاڻ تو پاڙهي.

”ڪمال“ هر رنگ ۾ راضي، ڏوئي سڀ غير تيءَ غازي،
ڪري لاٿي برهه جي بازي، ڇڏيوسون قلب کي ڪاڙهي.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (١٢)

پسي هن برهه جو بوستان، من مستان ٿي جو ويو.

پري ٿي عشق جي آتش، تکي آهه تيز تنهن تابش،
سڙي هن باهه بيرنگ ۾، هنيو حيران ٿي جو ويو.

سدا اک عشق کان آلي، لاتائين نينهن جي لالي،
نشي ۾ مست موالي، عقل غلطان ٿي جو ويو.

ٿيو ديدار مون دم دم، ڏسڻ سان هوش ويو هڪدم،
وڃياسون غير غم وهم، نينهن نيشان تني جو ويو.
اچا دل ۾ ديدون لاتم، پرت جو پيچ هيئن پاتم،
پڙهي ڪلمي سان ڪس لاتم، ”ڪمال“ قربان تني جو ويو.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (١٣)

وسائي مينهن محبت جو،
ڪيئن ڪس قلب تان ڪوري.

قالوابلي قول ڪي پاري،
سچي سبحان ڪي ساري،
هٿي نعرو سوڌي ماري،
اسم ذاتي اندر اوري.

وسارن ڪين ڪي وردن،
ڪيا مراقبا مردن،
سدا ڪوري اندر ڪامن،
ڏسن پر ڏيل ۾ ڏوري.

اندر ۾ عشق اثباتي،
ڪري هٿ ”لا“ سندي ڪاتي،
پاتائون جيءَ ۾ جهاتي،
سمرٿي ساهه سوري.

”ڪمال“ ڪل ڪل تنهين پيٺي،
وهائن رات جي ويهي،
مليا محبوب سي ڏيهي،
سٺن سر يار تان گهوري.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (١٤)

سواء سوُدي صفا سر جي، وڙهه واپار مشڪل آهه.
پڇاڻج خوب دل صورت، اندر معشوق جي مورت،
پرين جي پرت جي پورت، پوڻ پاتار مشڪل آهه.
وحدت واديءَ اندر هردم، غرق ڪر غير غم وهم،
گهڙي منجهه عشق جي قلزم، ترڻ تڪ تار مشڪل آهه.
چڙي هيءَ لوڪ جي لاري، رکڻ هڪ يار سان ياري،
ڪٺي چوگان مان ساري، هلڻ هن پار مشڪل آهه.
"ڪمال" منجهه فڪر فاني، ڪرڻ سر جان قرباني،
گهورڻ جند جان تان جاني، ٿيڻ يڪبار مشڪل آهه.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (١٥)

ڪري سينگار صورت جو،
مولي لامڪان تي آئين.

بڻائي بيڪ صورت جو، ڇپائي راز مورت جو،
وڌائي قرب قدرت جو، آدم عنوان تي آئين.

ڪاٿي مرشد آهين ڪامل، ڪاٿي عابد آهين عامل،
ڪاٿي آهين شرع ۾ شامل، ڪاٿي مستان تي آئين.

ڪاٿي زاهد آهين ذاڪر، ڪاٿي تون نينهن جو نادر،
ڪاٿي نوڪر آهين چاڪر، ڪاٿي سلطان تي آئين.

"ڪمال" هر رنگ ۾ رنگي، بني آئين تون بيرنگي،
ڪاٿي سهڻو ڪاٿي زنگي، صورت انسان تي آئين.
(سر ڪلياڻ)

## كافي (١٦)

سـي عشق آڙهه ۾، اڙايا تـو وو اڙايا تو.
مصطفيٰ جي من جا موتي، نيـزي نيڻهن چڙهايـا تو،
هٿان دشمن دوست ڪُـهائي، چـڙي بـاز لـڙايـا تو.
صنعان جهـڙن سالڪن کي، جٽيان عشق جـڙايـا تو،
سـوريءَ تـي منصور مثالين، پختا گيت پـڙهـايـا تو.
شاهه بـلال جهڙا عارف، گهاٽي منجهه گهڙايـا تو،
صاحبـزاده تـخـت هزارا، ترڪي تخت تـڙايـا تو.
ڪيچ ڏٺي ڪوهيارل جهڙا، ڪُنين پـاس ڪـڙايـا تو،
مجني جـهـڙا مـرد ٻوچارا، رجـن منجهه رڙايـا تو.
"ڪمال" جهڙا لکين قيدي، ڪاڪل منجهه ڪڙايـا تو،
درد وارن کي درسن ڏيئي، سـوزن منجهه سـڙايـا تو.
(سر ڪلياڻ)

## كافي (١٧)

نهوڙي نـاز سان نازڪ، کسي دل ويو ڪٿي دلبر.
جدائي جيءُ منهنجو جهوريو، وڇوڙو کهه ٻيو گهوريو،
.... .... .... .... .... ....
بچائي بـاز مـون بحري، چڪائي چوٽ مون چهري،
انـدر ۾ ڪانَ مون قهري، هٿن سـان ويو هٽي دلبر.
هنجون آءٌ روز ٿـي هاريان، عجيبن لاءِ اوسـاريـان،
سڪان جنهن لاءِ سدا ساريان، ميليند و مون ڏٺـي دلبر.
"ڪمال" قادر ڪندو قسمت، سڄڻ سان شل ڪريان محبت،
ڏئي جو مون ويو صحبت، گهـري گهاتي گهٽي دلبر.
(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (١)

چوان چارئي سخن سچار، يار رسول الله جا.

ابابڪر سچو صادق، رفيق هو منجهه غار.
حضرت عمر عادل عاشق، سونهن پريو سردار.
عثمان قرآن جوڙي جمع ڪيو، آڳي جو اظهار.
حضرت علي شير بهادر، دُلدل جو هسوار.
پنجتن پاڪ پيارا پرور، مولي جا مختيار.
”ڪمال“ پڙهه صلواتون ساري، ڪلمي سان قرار.
(سر برو و)

## ڪافي (٢)

عشق احمد جو جنين کي، شوق بر سيني شتاب.
پاڻ ۾ پيهي پسيا ڏسون، هاڻ تان لاهي حجاب.

حسن جي هوتن اڳيان، دعوا ڪندو ڇا آفتاب،
سپرين صورت سهائي، مٿ نه ايندو ماهتاب.

برق بجلي نا برابر، تيز عينن آهه تاب،
رونقي رخسار روشن، نُور پيشاني نقاب.

مٿ نه تي مشڪ ختن، آهه زلف عنبر ڪان عجاب،
خوني خنجر سيف ابرو، بيني آهي بيحساب.

”ڪمال“ کي وڏو گهور گهائي، قرب ڪيڙو آهه ڪباب،
وصل جو پيالو پياڻين، قدح ڪوثر جو شراب.
(سر برو و)

## كافي (۲۰)

جنهن کي طلب جي ني تار،
ڪاهي ڪسڻ تي ايندي.

چوري چرخو چاهہ منجهارون،
ڪندي ڪتڻ جي ني ڪار.

ويهي ڏيک جاء اسم اوري،
روئندي زاروزار.

راتيان ڏينهان روح اندر ۾،
جنهن کي سڄڻ جي ني سار.

"ڪمال" ڪاهي ني وي ائٽ اندر ۾،
ڪندي سان پيرَ جي پچار.

(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (۲۱)

مولي ڪر مهر ماڻهن سان، پيڻن پاسي جنين پاڻان.
بالا ڪر بخت پاڳين جو، سدا ساوڻ هجي سالم،
ٿئي آباد سڀ عالم، وسن ڪي مينهن ماندڻان.

وسن شل ملڪ جون واديون، ٿين منجهہ ملڪ آباديون،
خلق ۾ خوب ٿين شاديون، چوڏس ٿين چيٽ چاندڻان.

هلي سنڌ مان اچن سانگي، پسي گل گاهہ گلزاريون،
وسن ويران سڀ واريون، اچي ڪن تر متي تاڏان.

ڪري "ڪمال" تو زاري، مولي ڪر مهر موچاري،
امن ايمان چوڌاري، هجن حاڪم عدل هاڏان.

(سر ڪلياڻ)

## ڪافي (١)

چوان چارئي سخن سچار، يار رسول الله جا.
ابابڪر سچو صادق، رفيق هو منجهہ غار.
حضرت عمر عادل عاشق، سونهن پريو سردار.
عثمان قرآن جوڙي جمع ڪيو، آڪي جو اظهار.
حضرت علي شير بهادر، دُلدل جو هسوار.
پنجتن پاڪ پيارا پرور، مولي جا مختيار.
"ڪمال" پڙهہ صلواتون ساري، ڪلمي ساڻ قرار.
(سر برو و)

## ڪافي (٢)

عشق احمد جو جنين کي، شوق بر سيني شتاب.
پاڻ ۾ پيهي پسيائون، هاڻ تان لاهي حجاب.

حسن جي هوتن اڳيان، دعوا ڪندو ڇا آفتاب،
سپرين صورت سهائي، مٽ نہ ايندو ماهتاب.

برق بجلي نا برابر، تيز عينن آهہ تاب،
رونقي رخسار روشن، نُور پيشاني نقاب.

مٽ نہ تي مشڪ ختن، آهہ زلف عنبر کان عجاب،
خوني خنجر سيف ابرو، بينني آهي بيحساب.

"ڪمال" کي وڏو گهور گهائي، قرب ڪيڙو آهہ ڪباب،
وصل جو پيالو پيتائين، قدح ڪوثر جو شراب.
(سر برو و)

## كافي (٣)

اسان سبق پڙهيا اِثباتي دا، دل اندر ديدار ڏٺوسون.
ڪلي لطفي ائٽ اندر دا، پردا گيا ڪُل چاتي دا،
ٺو اندر نروار ڏٺوسون.
ورد وظيفا چوڙ سپوئي، ذڪر ڪيتاسون ذاتي دا،
من اندر منثار ڏٺوسون.
منجهہ مشاهدے محو ٿياسون، در ڪُليا سڀ جهاتي دا،
چمن اندر گلزار ڏٺوسون.
”ڪمال“ ڪيا سِر سيو هڪ، قلب ڪُل ٿيا ڪاتي دا،
عشق اندر اسرار ڏٺونسون.

(سر بروو)

## ڪافي (٤)

پنهنجا ڪرم لکيا تي پاري، ڪونهي ڏوهہ ڪوهياري.
قالوا بليٰ قول ڪياڏين،
وهندي ڪين وساري،
ننڊ نياڳيءَ ڪي آهي نهوڙيو،
غافل ڪوهہ گذاري.
لائي نينهن ندوري ننڊ سان،
غفلت منجهہ ڏينهن گهاري،
سنجهي سات لڏي ويو ساجن،
آڏيءَ تي اوساري.
ڪيدي پار پنهل لاءِ پورهيت،
پانيهون تي پاڪاري،
منهنجو ٻاروچل يار وندر مان،
واڳي وصل جي واري.

حيلا وسيلا هتان وڃائي،
”لاتقنطوا“ نهاري،
کندو قرب ”ڪمال“ سان ڪامل،
سخن پنهنجو ساري.
(سر بروو)

## ڪافي (٥)

ڏير ڪري ويا ڏاڍو، ڏوهڻ سان هيءَ ڏاڙو.

باهہ برهہ جي ڀڙڪي، هاڻ قفڙن ۾ ڦڙڪي،
قلب اندر ۾ ڪڙڪي، ساهہ اندر ۾ ساڙو.
آهُ اوراهون آري، زور ڪريان ٿي زاري،
جر اکين مان جاري، راتيان ڏينهان راڙو.
ڇپر چوريءَ جو ڇا آهي، ڀلئي پٺي ڏو آهي،
ڪيچ ڏٺي اڄ ڪاهي، ٿڪن مٿان ڪر لاڙو.
”ڪمال“ آريائي ايندو، نال ننڌر هيءَ نيندو،
نصيب نمائيءَ ٿيندو، پنهل پريڻ جو پاڙو.
(سر برو)

## ڪافي (٦)

ڪيچان ڪرهل ڪاهي، ٻاروچل،
وارث مٺيءَ جو ورندو وندر ۾.

آءُ نمائي آهيان عين هاٺي،
پنهل ايندو پاڻ سڃاڻي،
ناهہ ملڻ جو ناهي، ٻاروچل،
ساٺي تڪيءَ مان تيندو تر ۾.

قدم كيچ ڏٺي پري ايندو،
نيڏو نال نماٺي نيندو،
اڄهو آرياڻي آهي ٻاروچل،
ڏي ڏکيءَ کي ڏيندو ڏونگر ۾.

دوست دلاسو ڏکيءَ کي ڏيندو،
پاند پورهيت ڏٺي ڍول ڍکيندو،
اڄ نه مٺيءَ جي لاهي، ٻاروچل،
چانئون چوريءَ تي کندو چير ۾.

”كمال“ کڏهين کين ڇڏيندو،
هوت هيٺيءَ سان حامي ٿيندو،
ناڻو نيڏر سان نڀائي، ٻاروچل،
لک اميدون آهن مون ور ۾.
(سر بروو)

## كافي (٧)

ديد دنالي ڏاريئم، محب وڏءِ مٺيءَ کي ماري.
جان جگر ۾ کير قهري، ڏيل ڏکويل ڏاوي.
باهه برهه جي ٻڙکي بدن ۾، آتش عشق اٿاري.
رت رووان ٿي راتيان ڏينهان، نير نيڻن مان هاري،
قول ”كمال“ سان کامل کيڙو، پورهيت سان وڃ پاري.
(سر بروو)

## كافي (٨)

درسن لاءِ ديوان، من ۾ رکن ماتام پرين جو.
کڏهن ملندا جيءَ جا جاني، پرين پسائيندا پاک پيشاني،
عشق کيو آستان، قاصد کڻهه کو کلام پرين جو.

قاصد ڪاهج ڪول قريب، هالين هل تون ڏانهن حبيبن،
محبت ڪيو مستان، ساڃي چؤ ڪو سلام پرين جو.
ويئا وارث ڪوهه وساري، رويو اوهان جي راهه نهاري،
پسي لاءِ پريشان، پانڌي چؤ ڪو پيغام پرين جو.
عاشق آهون عرض ڪري ٿو، در در دانهون درد ڏئي ٿو،
"ڪمال" تيو قربان، گولو گولن ۾ غلام پرين جو.

(سر بروو)

## ڪافي (٩)

دلبر ڪنهن دستور، ماڻن ساڻ ڪٿي دل ماندي.

من ۾ محبت مچ مچايو،
دل ۾ دونهون درد دکايو،
جنهن جلايو طور،
عشق اهائي آتش آندي.

ناز پرين جي نينهن نهوڙيو،
ورهه پرين جي واهه وڪوڙيو،
برهه ڪيو پرپور،
وار ورهه ڪان ناهيان واندي.

دم دم دلبر توکي ساريان،
ڪڏهن ڪنهين پل ڪين وساريان،
محبت ۾ مخمور،
بيوس برهه بندي ڪيو باندي.

عرض "ڪمال" جو سڻ تون سهڻا،
معاف ڪريو سڀ مٺيءَ تان مهڻا،
حاصل ڏيوم حضور،
همدم هوتن ساڻ هيڪاندي.

(سر بروو)

## ڪافي (۱۰)

مـــل جاني يـــار جاني، تنهنجي درد ڪيس ديواني،
ڪهج ڪانگل هيءَ ڪتابت، ظـــاهـــر ســـاڻ زبـــانـــي،
آڻـــي ڏي اخـــبـــار عجيبن، نـــاءُ ڏئـــيءَ نـــيـــشـــانـــي.
ڪر ملڻ جي محب موچارا، الـلـه لـــڳـــ اِحـــســـانـــي،
دير نہ ڪر تون دلبر دم جي، اتـــوَ قـــســـم قـــرآنـــي.
برهہ ۾ پرپـور اڳهـان جي، مـــحـــب قـــران مستاني،
آءُ عـجـيـب اڱڻ الـبـيـلا، مـــحـــب ڪريو مـهـربـانـي.
"ڪمال" آهيان آءٌ اوهان جي، پـانـهـُـن پـڌڙي پـانـهـي،
ڪڏهن ملندي محب موچارا، ســر ڪـريـان قــربـانـــي.

(سر بروو)

## ڪافي (۱۱)

پٺي پيش پرين تو پناري، ويـهـر مَ يـار وسـاري.
روئيندي روئيندي رات وهامي، ســيـڌ تـــوکـــي ســـاري،
آءُ الله لـڳـ اڱـڻ اوتـاري، مـيـل، وڇـــوڙي مـــاري.
ورتيم دامن روز اصل کان، لـڳـس تـنـهـنـجـي لاري،
نـيـو نـال نماڻي، نرملَ، ســـيـــڌ ســـام سـنـيـاري.
هـوت حمايت آءُ هيڻن جي، تـار منجهان چڌ تون تـاري،
ڏيئي ٻانهون يار ٻڏيءَ کي، ڪـــاهـــي آڻ ڪـنـاري.
ساوي سرور شاهہ اوهان کي، "ڪمال" پـيـو ڪوڪـاري،
پيو وسيلو مون نہ سنجهي تو، آهـــيـــان تـــو آڌاري.

(سر بروو)

## ڪافي (١٢)

يار، تنهنجي ڪيس ديواني،
محب قران مستاني.

سرؤ صنوبر شامل ناهن،
قد مٿان قرباني،
شمس قمر کان آهه وڌ سهڻي،
پاڪ پرين پيشاني.

محب اوهان جي مٺ ڪئن ڪريان،
ماهه مصر ڪنعاني،
جن پريون مشتاق ملائڪ،
حورن کي حيراني.

آهوءَ کان وڌ عين عجيبن،
ابرو سيف ايراني،
لعلن کان وڌ لب تهِ سچو جا،
موتي چا مرجاني.

خاوند خلقيو خاص پرينءَ کي،
نُور چوان لاثاني،
"نُورِ اعليٰ نُور" نهايت،
"ڪمال" قول قرآني.

(سر بروو)

## ڪافي (١٣)

يارَ اوهان جي دلبر، درد ڪيس ديواني.

جيءُ جنسو وئين جهوري، چاڪ چريءَ جا چوري،
ڏونگر تولئه ڏوري، محب قران مستاني.

هوت ملو هڪواري، عمر سڪيس آءٌ ساري،
دلبر ڏيو دلداري، دوست منا دل جاني.
آءٌ الله لڳ اوري، آءٌ نہ پچان تو توري،
گھورَ ڪريان سر گھوري، قدمن تان قرباني.
ڪڏهن ”ڪمال“ سان ملندي، خان خوشيءَ مان ڪلندين،
نور اگڻ مون ٿلندين، پاڪ پسان پيشاني.
(سر بروو)

## ڪافي (١٤)

ويت رُسڻ جي دلبر، آهين سکيو تون ڪنهن ڪون.
گھُور هٿي دل گھائي، پيچ پرت جو پائي،
لئون پاروچل لائي، منهڙو متي وئين چاڪون.
هوت هيڻيءَ کي هيڪر، پاڻ پسايو پرور،
درد لڳو آهہ دلبر، جانب وئين تون جاڪون.
ظلم ڪري وئين زوري، چپر چڏي هيءَ چوري،
جيءَ اندر ٻہ جھوري، پيارل تنهن ڏينهن لاڪون.
ڪانڌ ”ڪمال“ سان ڪڏهن، هوت هيڻن نہ گھرجي هڏهن،
جانب ايندين جڏهن، اگڻ وسن اِطاقون.
(سر بروو)

## ڪافي (١٥)

ظلم ڪريو نا زوري، محبت مٺيءَ کي ماريو.
دوست ڏيو دلداري، هوت مون کي هڪواري،
مفت مري ويچاري، سيّد اوهان کي ساريو.

دردِ كيس ڪيس ديواني، دوست مٺا دل جاني،
فراق ڪئي دل فاني، ماهه ڳاراٽي ڳاريو.

عشق آٿاري آتش، تيز تکي آهه تابش،
محب ڪريو مون ماٺش، صاف سينو سينگاريو.

"ڪمال" اوهان ڏي ڪاهي، لاڳاپا سڀ لاهي،
گولو اوهان جو آهي، در پنهنجي تي ڌاريو.

(سر برو)

## ڪافي (١٦)

لاَ اِلهَ اِلاّ اللّٰهُ، اللّٰهُ هُوْ،
اللّٰهه هو، پنڌڙي ۾ پچار.

فجر سان في الحال بيشڪ، پنجن ڪي پڙتون پڪار،
وچين سان ويهي وظيفو، ورد هئيءُ دل ۾ ويهار.

قلب ڪان قلبي لطيفي، جيءُ ٻڌي تندڙي تنوار،
روحيءَ واري راهه سان، تون صاف سيني ڪي سنوار.

سِرّيءَ مان ثابت ننگهي تون، خفيءَ ڪي خوش تي نهار،
سبق سالڪ هي پڙهي پوءِ، اِسم آخفيءَ ۾ آڻار.

نافه ڪان "لا" ڪڍي تون، سرّي مان روحي سنيار،
اِلاّ اللّٰه اِثبات سان، روحي سرّي قلبي سڌار.

"ڪمال" قلبي ڪان ڪڍي تون، اسم سان اخفيءَ آڄار،
آخفيءَ ڪان آڻي قلب، "هُوْ" سان هردم تي هشيار.

(سر برو)

## ڪافي (١٧)

جن ڏنو ديدار دلبر، جوت جانب جو جمال.
تن ٿيو ماتام من ۾، ۽ وڃن حال و حوال.

قد صنوبر کان قرارو، سروَ جي ڇا هي مجال،
گل گلابي گل گٿونتا، گل، بدن سان ڇا بحال.

حُسن هوتن جو حقيقي، نُور ذاتي ٿيو نهال،
آنَا اَحْمَد بلا ميمي، مٿ نہ محبن جو مثال.

زنخ جي زندان اندر، موت جي آهي مقال،
سر ڏيندا صادق اتيئي، کين ورندا ري وصال.

زلف جي زنجير ۾ تي، قيد ويو آهي "ڪمال"،
قيدي ڪاڪل ڦهرجي جو، جنهن جيئڻ آهي جنجال.
(سر بروو)

## ڪافي (١٨)

بيحسابي برهہ بات،
ري صفائي ڪونہ ڄاڻ.

درد جو ڪر دور دل ۾، تان رهين هردم حيات،
ذڪر ذاتي روح ۾ پڙهہ، ڪا نہ ڪر ہي وائي وات،
سڪ سڄڻ کي تي سُڄاڻي.

سڪ رکي سيني اندر ۾، ڪر پرينءَ جي طلب تات،
لاَ اِلٰہَ اِلاَّ اندر ۾، لنؤن اِها لاهوتي لات،
جر اکين ۾ آب آڻي.

ڪولي ڏس دل جي دريءَ کي، جيءَ اندر ۾ پساءِ جهات،
جيري هن جڳ کان جدا تي، مُوتُوا قَبْلَ تيءُ مات،
ڪنڌ اِڏيءَ ڄڻي عشق آڻي.

ديد لائي دل اندر ۾، روءِ سڄڻ لاءِ ساري رات،
”كمال“ ڏوري ڏيل منجهه، وٺ كنان ڏاتر تون ڏات،
معرفت جو مُلڪ ماڻهي.

(سر بروو)

## كافي (١٩)

ڪُليا باغ بهار يار، برهه بيشڪ ڪئي بهاري،

عشق جا آلا آڏاٺان، بدن ۾ ڪيئي بيشمار،
مچ محبت جو ٻري ٿو، هِي سڙيا پتنگن هزار،
دل ڪامي ڪوري ويچاري.

هِي وڃايم حال پنهنجو، رات روئي زار زار،
من اندر ماتام محبن، هيئين اندر آتش آهار،
برهه بيشڪ باهه ٻاري.

دير نه گهرجي دم جي دلبر، سام پنهنجي تون سنڀار،
آهه الله لڳ اڳڻ منهنجي، دوست دلبر نهين نار،
مَيچ مُئيءَ جي يار زاري.

”كمال“ ساري تو نهاري، مل مٺا مون مختيار،
پنهنجي پورهيت ڪي پيار ڪَل، دم نه ڪريو دوست ڌار،
عشق دلڙي آهه آزاري.

(سر بروو)

## كافي (٢٠)

كونهي ڏوهه ثواب، اِلاالله، نفل نماز نانگن تي ناهي.

وتن مست سدا محبت ۾، سامي پيي ته شراب، اِلاالله،
كهڙي ميار مستن تي آهي.

اندر ڪعبو ماڳ مسيتون، من اندر محراب، الا الله،
ڪعبي ڪيئن وڃن سڀ ڪاهي.

تين سير سمورو سارو، ڪُلين نُور نقاب، اِلا الله
سينو ڪير انهن سان ساهي.

”ڪمال“ آيا ڪُڏي قتل تي، ڪُسي تيا تہ ڪباب، اِلا الله،
لاشڪ ڪنڌ ڪُلهن ڪان لاهي.

(سر بروو)

## ڪافي (٢١)

پرچ پورهيت سان پرور، وهو مَ مٺيءَ کي وساري.
دير نہ گهرجي دلبر دم جي،
محبّت مٺيءَ کي تي ماري.

جيٺري جانب ڪر نہ جدائي،
ڳاراٺو تو مون کي ڳاري.

ساعت پانيان سال برابر،
گهايل ڪيئن گذاري.

حال هيٺي جو معلوم تو کي،
”ڪمال“ ڪوڏؤن ڪُوڪاري.

(سر بروو)

## ڪافي (٢٢)

قيد قرب سان ڪيڙئي، وس ويچاريءَ ناهي ناهي.
هوش عقل جي جاءِ نہ ڪائي،
عشق اندر ۾ آهي آهي.

محبت مــن ۾ وو مــچ مچايــو،
ڳاهہ فراق تــو ڳــاهــي ڳــاهــي.

ووڙي لهنديس ور ونــدر مــان،
ڪيچ وٽن ڏي ڪاهي ڪاهــي.

”ڪمال“ هلنديس هوت پهنل ڏي،
لــوڪ لاڳــاپــا لاهــي لاهــي.
(سر بروو)

## ڪافي (۲۳)

درد ونــديءَ جـــون دلــبــر،
ڪن تہ ڪريو هي ڪارون ڪارون.
درد فــراق وو مٺي ڪي ماري،
ڪيو ڏيل ڏکيءَ جو ڏارون ڏارون.

دلبر ڏيــو وو دردن جــو ڪو،
دردونــديءَ ڪي دارون دارون.

لهہ تون سڪايل جون وو سهٽا،
سيگهہ منجهاران سارون سارون.

رکج مهارون ڪين ”ڪمال“ تي،
تــن ۾ جنهن جي تارون تارون.
(سر بروو)

## ڪافي (۲۴)

بيرنگ منجهاران رنگ جو ٽوڙو،
عــاشــق ڏاران ڪــيــر ڏســي.

مالڪ تنهنجو سير سارونئي، پــاڻ منجهان پــاڻ پسي.

طالب تکيو کن تا تاتي، محبت جو جت مينهن وسي.
جاء مُلن جي جاتي ناهي، رمز حقيقت ساڻ رسي.
محبت سالک واه عجائب، لوهه پارس ساڻ گسي.
"کمال" کاهي کوڏ قتل تي، همدم هوتن ساڻ هسي.
(سُر بروو)

## کافي (٣٥)

آهي بازي برهه جي باري، رکج ساري، سمجهي سالک.
مُتُوتُوا قَبلَ اَنتمُوتُوا، کر تون جان فدا جانب آتون، اها امام اَتئي موچاري
وچ قتل تي قربئون کاهي، آڏي جاتي عشق جي آهي، وجهئي ڪرت، کاپاري.
دنيا عقبيٰ هئي بوڙي، کاهيو کاهج مرين توڙي، تو وحدت، وائي واري.
"کمال" حال وڃائي هستي، رک وجود وحدت وستي، ذوق منجهان کر زاري.
(سُر بروو)

## کافي (٣٦)

ڏس برهه وارن جي بازي
پائي بيٺا پير پڌر ۾.

سورهيه کن ٿا سِر جو سوُدو،
پنهنجو قلب کيائون قاضي.
پڌو صبر جو سامين سندرو،
عشق وارا ٿا کن آزي.

حاضر هردم حال رهن تا،
پيش پون تا پازي.
رکي ساري ميدان اندر،
گوء کتن تا غازي.
"ڪمال" کنهن سان ڪين ڪڇن تا،
وند رضا ۾ راضي.
(سر بروو)

## ڪافي (۲۷)

جانب تو جنسار، اِلاّالله، محب مٺا سڀ آهن مٺڙا.

زلف خم خم ڪاڪل ڪارا، وَر وجهن تا وار، اِلاّالله،
گُل عشاقن آهن گھٽا.

ابرو هيف سنّين سرواهيون، تيز تکي تلوار، اِلاّالله،
قاتل بيحد آهن ڪُھٽا.

بدن باغ بنيو برحالي، چپا چوان سينگار، اِلاّالله،
سڀ سچڙ جا آهن سٺا.

"ڪمال" برسر باس مٿي تي، پوء پانئج هار، اِلاّالله،
ماڻهو ڏين جي توکي ميٺا.

(سر بروو)

## ڪافي (۲۸)

پاڙهيم برهه بياض، اِلاّالله، ورد وظيفا ويڙا وسري.

داڙي دست چڙهي دلبر جي، سٽ ڏني شهباز، اِلاّالله.
چاڏي چور ڪيائين چنبن ۾، بچي بحري باز، اِلاّالله.
هوش عقل پئي عشق آڏايا، لٿي نينهن نماز، اِلاّالله.

سي وچن ٿيون شوق ستارون، اندر ۾ آواز، اِلاّالله.
واه وجود وڄن ٿا واڄا، ساهه اندر ۾ ساز، اِلاّالله.
”ڪمال“ گهايو گهور پرين جي، لٽي آهه دل ناز، اِلاّالله.
(سر بروو)

## ڪافي (٣٩)

سوڍا پاڻ سڃاڻ،
محب مٺا چڏ مٺيءَ سان ماڻا.

پيچ ۾ پيرو ڪاڪ ڪنڌيءَ تان،
لاهه برهه جو بار بنديءَ تان،
رانول روح ريهاڻ،
سمجهي سوڍل يار سياڻان.

موڙ وري تون مون ڏي مهارون،
محب مٺيءَ تان لاهه ميارون،
وِرهه ڪيو آهه وٺاڻ،
پرچ پيارل مٺيءَ سان پاڻان.

سيج سڃيءَ تي واري وسايان،
پلپل پرين لاءِ پوڪاريان،
پن وجهي آءُ ٻاريان پاڻ،
پلنگ پٿرڻيون طول وڇاڻان.

”ڪمال“ چوي ڪانڌ ڪٺيءَ سان،
مل اچي تون محب مٺيءَ سان،
پنهنجو پلائي پاڻ،
چڏ رساما مٺيءَ سان راڻان.
(سر بروو)

## كافي (٣٠)

نال واحد دي وصال، ويکين جانب دا جمال.

مُوتُوا اقبلَ آنتموُ تُوا، پاڻ کري پائمال.

قالُوا بلي دا قول کيتوئي، اپٹان سخن منيال.

پاڻ ۾ پيهي پس پرين نون، جونا چوڙ جنجال.

"کمال" چوڙ چال شهائي، چا، هستي والا حال.

(سر برو)

## ڪافي (١)

ٻاروچل ٻاجهان، اچج اوراهون.

قاصد ڪاهي ڪول قريبن، عجيبن اخبار،
ٻڌي چؤ ٻانهون.

دلاسو ڏي دردونديءَ کي، هيٺيءَ وٽ هيڪار،
اچج آڳاهون.

ساري توکي سهڻا سائين، ڪريان تي ڪوڪار،
آڏيءَ جون آهون.

”ڪمال“ ڪارڻ ڪيچ ڏٺيءَ جي، ووڙ هلي وڻڪار،
رلان ٿي راهون.

(سر سارنگ)

## ڪافي (٢)

برهه مٺي بردار، چاڙهيو منصورا!

دانا دود ڪيا ديوانا، سورهيه ڪئين سردار،
پرين ڪيا پورا.

ڪئي ڪونڌر ٿيا قرباني، هنن ڪيو همواره،
مرڻ منظورا.

ڪئين مست ٿرن مستانا، چوان ڇا اظهار،
مردن مذڪورا.

”ڪمال“ پڙڪي ٻاهه برهه جي، اندر منجهه اپار،
ڪامن تا ڪورا.

(سر سارنگ)

## ڪافي (٣)

دوست مٺا دلدار، سدائين توکي ساريان.

پيوس بوند برھ جي برسي، نيڻن وهائي، نار،
هنجون ويٺي هاريان.

روئي روز ڪريان ٿي ريهون، ڪڏي پرتؤن پار،
آڏيءَ ٿي اوساريان.

برھ باب بنديءَ جي ٻڌيو، لکيو لکڻهار،
واريو ڪين واريان.

”ڪمال“ قلم قضا جو پڙيو، محبن ناهي ميار،
لکيو پنهنجو پاريان.

(سر سارنگ)

## ڪافي (٤)

مل مٺا منٺار، دردن لايا ديرا.

هيڪر هوت هلي آ مون وٽ،
ڪيچ ڏٺي ڪوهيار،
پنهنج مَ تون پيرا.

ٿيم پير پٺون جي پنڌ ۾،
سيڙ لهم مون سار،
ورھ ڪيا ويرا.

دل ۾ دونهان درد دکايا،
آڙهم عشق انبار،
جلن تا جيرا.

”ڪمال“ ڪارڻ ڪيچ ڏٺيءَ جي،
وڙزيان ٿي وڪار،
مٺي پٽن پيرا.

(سر سارنگ)

## ڪافي (٥)

سرس چوان سينگار، سڄڻ تنهنجا سهڻا.

آهي سرخي لبن جي لعلي، جانب جا جنسار،
مڙئي آهن مُهڻا.

زلف خم خم ڪاڪل ڪارا، پيچ ڏين پيچدار،
ڳچي جيئن ڳهڻا.

ابرو سيف ايراني اعليٰ، خوني ڏس خمدار،
قاتل آهن ڪهڻا.

”ڪمال“ ڪارڻ محب مٺي جي، باسما برسر بار،
ماڻهن جا مِهڻا.

(سر سارنگ)

## ڪافي (٦)

پير پري پريات، اڱڻ پرين آيو.

قدم قربين تيان قرباني،
آيو دوست منو دل جاني،
وصل ٿيم وصلات.

ڪليا باغ چمن چوڌاري،
آئي موسم موتي بهاري،
تن ٿيم تسلات.

”ڪمال“ سان پنهنجو قرب ڪيائين،
چتا لفظ زبانون چيائين،
ملي ٿي ملاقات.

(سر سارنگ)

## ڪافي (٧)

مهلي مينگهه ملار، بادل آيو برسي.

پڙڪن بجليون سرس سراسر، چوڏاري چمڪار.
سارنگ ساز وڄن تا سرندا، گوڙن جا گجڪار.
وهن واهه نيون ۾ نارا، وڏ ڦڙيا وسڪار.
پاٽي پلوٽيو بر تر برسيا، گاهن ڪيا گلزار.
"ڪمال" ڪڪرن آهه ڪارايو، آني بوند بهار.

(سر سارنگ)

## ڪافي (٨)

سمجهه سهي ڪر سالڪ سير، صورت آدم سر" سبحاني.
مڙي ملڪن ڪيڙو سجدو، ري خدا همت پيو هو ڪير؟
احد منجهان هيت عبد ٿي آيو، پاڻ گهمائڻ پنهنجو پير.
"الانسان سري انا سره"، ڦند ڦڪل پيو ناهي ڦير.
رهبر سو، سو راهه پلائي، سوئي واهر، سو ويري وير.
ڪمال ڪوڙين مان ڪوطالب، پون انهيءَ جو لهندو پير.

(سر سارنگ)

## ڪافي (٩)

پهر پروڙي پختو پاءُ، عشق جي بازي اوکي آهي.

ڏسي سختيون سور پرين جا، هرگز پٺتي ڪين هٽاءِ.
پاري باهه برهه جي بيحد، من ۾ محبت مچ مچاءِ.
ڪاڻي خيال 'هٺ هستيءَ' جا، ڪين بدن ۾ باقي بچاءِ.
"ڪمال" ڪاهي ڪوڏ قتل تي، منهن مرڻ کان ڪون مٽاءِ.

(سر سارنگ)

## ڪافي (۱)

سانگيڙن جـي صحبت، سرتيون آءٌ ٿي ساريان،
سرتيون آءٌ ٿي ساريان، روز ھنجون رت هاريان.

ماروئڙن کو مٺيءَ ڏانهن، قاصد ڪونہ مُڪو،
مَتِ ٿہ مري پئي ماندي، پـيـڪـن پـاڻ چيـو،
وس نـہ ڪو ويڙهيچن، لـوح لکيو ٿي ڀاريان.

پر ڏيـهـاڻـي پـروس، پيڪن ڪـان ٿيس پري،
سـهسـايـو سـانـگـيـڙن، ساعت مون تن نہ سري،
بيـوس آهـيـان بند ۾، گوندر ڏينهڙا گهاريان.

مـاروئـڙن جـا مـن ۾، پـاڻـيـو پـور پون،
بـونـد بـرهہ جي برسي، نـارا نـيـڻ ٿـمـن،
روز ماروئڙن لاءِ روئي، آڏيءَ ٿـي اوسـاريـان.

قيد ”ڪمال“ ڪئي قسمت، بـيـوس بـنـد ۾ باندي،
قادر پيچي ڪوت ڪڙا، واحـد ڪر هيءَ واندي،
هڪجيڏن سان هيڪر، قـوڪـن ۾ قـر چـاريـان.

(سر آسا)

## ڪافي (۲)

ماڙيچن سان ملنديس، ماڳ مارُن جي موٽي،
ماڳ مارن جي موٽي، عـمـر آهـہ اج اوٽي.

مُلڪ مٿي مـارن جي، مـيـنـهـن جـا مـانـداڻـان،
بـر ٿـر بـرسـيـا بـادل، پـٽـن وارن جـا پـاڻـان،
ويڙهين ڀاسي وچڙيون، ڪنوڻ نـا ٿـي ڪـوٽـي.

ويس وڳا مون نہ وڻن، بخمل کي باهہ ڪاڻيان،
واهہ ويڙهيچن واليون، پنهوارين جون پانيان،
سينڌ چيٽائي سرتيون، چوڙيلن سان چولي.

مهيٺ مٺايون مصريون، گهہ مانيون وهہ چاٽان،
مرڪ امان جو مکڻيون، لوڪ لٺلر ۽ لاٽان،
ڪاهڙ وچي ڪانيندڙيس، رڪي مارن سان روٽي.

جهانگيڙن جي جيڏيون، جيءُ اندر ۾ جهوري،
اکند اندر ۾ آهي، لڙءُ لڙءُ منجهہ لوري،
"ڪمال" قادر من ڪاٽي، قيدن جي هيءُ ڪوٽي.
(سر آسا)

## ڪافي (٣)

ساٿي سنيهو ساري، سانگين چڱجان سوٽي،
سانگين چڱجان سوٽي، رات گذاريم روٽي.

گڏجي آءُ گڏ ويهنديس، پهنوارن جي پاڙي،
پيچ پائي پهنوارين، چيڙ ڪانينديس چاڙهي،
ساڳ سگر سرتين سان، ڏؤنرن جي مان ڏوٽي.

سنگت چيني سانگيڙن، پرديساٽي پروس،
جهانگيڙن ويءُ جيڏيون، بيشڪ آهيان بيڪس،
وطن چڏي ويڙهيچا، ڪين لچايان لوڏي.

تات طلب آهہ تن ۾، مان تہ مارن لاءِ ماندي،
واتيان ڏينهان راڙو، ناهيان ورهہ ڪان واندي،
ابر اکين اوهيڙا، جهڙ بيلو آهہ جهوٽي.

ناهي مناسب مارن، ڇني ڇڏڻ هيءَ ڇوري،
ڪين وسان هت ويئيس، ظلم جهليس آءٌ زوري،
"ڪمال" ڪڏهن ڪوٺن ۾، قيد نه پئي شل ڪوئي.
(سر آسا)

## ڪافي (۴)

محبت مارن من ۾ عمر،
ساهه سانگين ڪي ساريو يار.

زيور زريون زحمت پسانيان،
ڏورا گهنگهريا مور نه پايان،
ڳل ڳچيءَ ۾ لاڪ جا ڳانا،
واڳ وطن تي واريو يار.

پلاو حلوا وهه تي چاڻان،
ميٺ مٺايون ساهه نه سيباڻان،
قوت اسان جو ڏڌر لاڻان،
ڪنيون ڪانوان چاڙهيو يار.

آءٌ ڪپڙا، ڪين پهريندي،
پٽ پٽولا جيءَ نه جڙيندي،
لوئي اباڻي مور نه مٽيندس،
مون اوڏڻ ان ۾ گهاريو يار.

قيد ۾ قابو مفت مران مان،
پاڻر شال پنهوار پسان مان،
"لاتقنطو" اهو قول "ڪمال" سان،
پرين پنهنجو پاريو يار.
(سر آسا)

## ڪافي (٥)

ماروئڙن جي محبت، مير عمر تي ماري،
مير عمر تي ماري، ساهه سانگيئڙا ساري.

ڪنهن ماڙيون ماڳ محل، بنگلا تي بر پانيان،
خوش ڪائي پٽ پهري، لقب لوئيءَ ڪيئن لائيان؟
پنهوارن جا پکڙا، ڏاتر من ڏيکاري.

سانگيئن ريءَ سومرا، چوريءَ جو هت چا آهي،
وطن وري آءُ ويندس، آس الله ۾ آهي،
ويڙهيچن ڏي واحد، واڳ وراهيءَ جي واري.

تاويلين سان تر ۾، گڏ جي آءُ شل گهمنديس،
پنهوارين سان پرچي، چرن مبارڪ چمنديس،
ماڙيچن سان ميلو، قادر من مون ڪاري.

"ڪمال" قضا ڪوٺن ۾، آزاري هيءَ آندي،
هڪجيڏين ساڻ هيس، هي هي آءُ هيڪاندي،
ڪيئن ويڙهيچن وڇڙيس، ڳالهه اِها تي ڳاري:
(سر آسا)

## ڪافي (٦)

محبن کي وچي ملندي، ڪاهي ڪيچ وٽن ڏي.

چني سڳ سياپا سرتيون،
هوتن ڏي هيءَ هلندي.

سيئي لوڪ لاڳاپا لاهي،
رائي اندر هيءَ رلندي.

سانڍي سوگهو ساهہ اندر ۾،
سور نہ ڪنهن سان سلندي.
"ڪمال" ڪاهي ڪيچ وڃڻ ڏي،
پير ڪيو سر پلندي.
(سر آسا)

## ڪافي (۷)

پڙهي برهہ جو باب، صورت صاف سڃاڻن ٿا،
صورت صاف سڃاڻن ٿا، الله آدم ۾ ڄاڻن ٿا.

پرين انهن کان ناهي پرانهون،
اکڙن کان ئي آهي اورانهون،
"ونحن اقرب" منجهہ ڪتاب،
دل کي دور پڙهائن ٿا.

پاڻ ۾ پيهي پاڻ پسيائون،
دلبر جو ديدار ڪيائون،
"و في انفسڪم" ڏسي شتاب،
ورق وصال ورائن ٿا.

پاڻ ماري پائمال ڪيائون،
خيال خوديءَ جا ڪانڌي ڇڏيائون،
ڪُسي ٿيا تہ ڪباب،
ڪوري عشق جي ڪامن ٿا.

"ڪمال" اهو ڪفر چون ٿا،
ظاهر باطن سرُ سمجهن ٿا،
لاهي سڀ حجاب،
پير پڌر ۾ پائن ٿا.
(سر آسا)

## كافي (٨)

سامين ساهہ پساهہ، اندر الف اڙايو آهہ.

ٻانگ برهہ آواز ٻڌائون، "قالوبلي" جو قول ڪيائون،
آد ٻيـــن ارواح، "موتو قبل" ماريو آهہ.

عشق هٿان پُر جام پيتائون، ناءُ پنهنجو نابود ڪيائون،
وِرهہ ويراڳين ٿيو وه واه، ماري جيءَ کي جياريو آهہ.

بيخوديءَ مان خود ٿيا جي، نابوديءَ مان بود ٿيا سي،
عشق ٻاريس آڙاهہ، پتنگن پاڻ پچايو آهہ.

"ڪمال" آهي طالب تن جو، حال ههڙو آهي هنن جو،
ڪاهي ڪاهون ڪاهہ، پورب پنڌ پچايو آهہ.

(سر آسا)

## كافي (٩)

ويهي جوڳيڙا ڪ جاءِ، پاڻ ۾ پاڻ پچائن ٿا،
پاڻ ۾ پاڻ پچائن ٿا، محبت مچ مچائن ٿا.

سبق ثبوتي پرتان پڙهيا، ساميڙا سوزن ۾ سڙيا،
ڏئي ٻئن کي ٻاهہ، باقي ڪين بچائن ٿا.

ڪين وچائن دم اجايو، سامي سيڪو ڪن سجايو،
سامي ساهہ پساهہ، روحي رمز رچائن ٿا.

هردم هيئين ۾ حبُ هلق جي، پار پورب جي پنڌ پُرڻ جي،
اندر ۾ عشق اللهُ، دل ۾ ديد لڳائن ٿا.

"ڪمال" رڪ تون حبُ حقاني، سر سامين تان ڪر قرباني،
ٻج پِٽُم ٻاري بيپرواهہ، محبت مينهن وسائن ٿا.

(سر آسا)

## ڪافي (۱۰)

آهي آد يسين احرار، ڪنهن سان ڪين ڳالهائن ٿا،
ڪنهن سان ڪين ڳالهائن ٿا، دلبر سان دل لائن ٿا.

صوفين ساري سنگت سنواري،
پرت پرين سان پنهنجي پاري،
وجهي دوئيءَ کي دام،
ناتو نينهن نڀائن ٿا.

پنهنجي ساري پورا ڪيائون،
تيهه وڪي تڪبير چيائون،
آندو تن اسلام،
دل ۾ دود دکائن ٿا.

وار وره کان واندا ناهن،
پلپل پووب پند پچائن،
سامي صبح و شام،
درسن دلبر پائن ٿا.

"ڪمال" ڪنهن دم ڪين وسارن،
ساميڙا ساجن کي سارن،
من اندر ماتام،
نيڻين نير وهائن ٿا.
(سر آسا)

## ڪافي (۱۱)

وات وچينءَ سان وڄ تون وندر ڏي،
گس چڏي ٻيا چارا ٻاره.

دنيا عقبي دور گذارج، "قالوا بلي" جو قول تون پارج،
نير نيڻن مان ڳوڙها ڳارج، نيڻ وهائي نارا يار.

دنيا آهي آخر فاني، سڪندر دارا ٿيا رواني،
ناهي تن جي هٿ ڪا نشاني، ويا وڃائي وارا يار.
جيڏي پنهنجي جان جلائج، پتنگ جان پنهنجو پاڻ پچائج،
خيال خوديءَ جا خطرا ڪائج، سمجھ اهي سر سارا يار.
”ڪمال“ صورت صاف سجائج، ظاهر باطن ڪين وسارج،
هادي هميشه حاضر چائج، محب منا منٺارا يار.
(سر آسا)

## ڪافي (١٢)

لڳا جان جگر ۾ منهنجي، ڪيئر قهري ڪاري يار.
ديد هڻي ڏو پار لنگهايئي،
محب ماريندي ترس نہ آيئي،
گهور هڻي دل منهنجي گهايئي،
جهڙي مان رت جاري يار.
بازيگر جان پڙري بازي،
دل نڱڻ ۾ ڪيئي نڱبازي،
عشق لاتي آتشبازي،
بار برهہ جو باري يار.
ناهہ الله جي ڪريو ملڻ جي،
پر پورهيت سان ڪيو پرچڻ جي،
دلداري ڏيو دوست اچڻ جي،
عمر سڪيس ساري يار.
”ڪمال“ ڪري ٿو عرض ۾ آهون،
داتا، تو در ڏئي ٿو دانهون،
ويرين رنديون منهنجون واهون،
پير ڪر پوئواري يار.
(سر آسا)

## كافي (١٣)

مچ ٻري تو محبت من ۾، آتش عشق اٿاري يار.
جهل جهل آڳ اندر ۾ جهڙڪي،
ٻاري ٻاهه برهه جي ڀڙڪي،
ٿهري ٿهر منجهارون ڪڙڪي،
ٻارڻ جان تي ٻاري يار.
دلبر دير نہ گهرجي هاڻي،
حال هيڻيءَ جو تون تو ڄاڻي،
آءُ ٻنهل تون پاڻ سڄاڻي،
واڳ وصل جي واري يار.
آءُ الله لڳ يار اورانهون،
وڃ نہ مون ڪان تون پاڻ پرانهون،
دوست اوهان لئہ ڪريان دانهون،
ساهہ سڄو توکي ساري يار.
ڪڏهن "ڪمال" سان يار تون ملندين،
اڱڻ اچي تون منهنجي تلندين،
خان خوشيءَ سان مون سان ڪلندين،
قول ٻرين وڃ ٻاري يار.
(سر آسا)

## ڪافي (١٤)

جوڳين مرڪ ملامت آهہ، لوڪ جي ليکي شامت آهہ.
تار طريقت طالب تاڻن، مانجهي منجهہ اهو ڪي ڄاڻن،
حال حقيقت همہ سڄاڻن، شامل تہ شريعت آهہ.
لوڪ ملامت سر تي طعنا، بار بديون ۽ لک بهتانا،
ڳل ڳچيءَ ۾ پيہ‍ڙن ڳانا، اها عشاقن عادت آهہ.

ڪوپا ڪوڏ قتل تي ڪاهي، سوره سانگو سر جو لاهي،
پير پدر ۾ پيئا پائي، باري بره بشارت آهه.

"ڪمال" سامين پاڻ سڃاتو، نانگن نينهن نپاهيو ناتو،
پاڻ پروڙي، ڇاڻ اي ڇاتو، روح ۾ تن جي راحت آهه.

(سر آسا)

## ڪافي (١٥)

عشق سندو اسرار، هالن ۾ هر جاء ڏنوسون.

محبت سرور ساڻ سينگاريو، مرشد منهنجو اندر آجاريو،
تور سارو نروار

ذڪر ذاتي قلب ڪڙياڻون، من محبت ميخ مڙهياڻون،
عشق ٿيو اظهار.

راه حقيقي وات ڏسياڻون، دُوئي دل مان غير ڪيڍياڻون،
وحدت جو واپار.

"ڪمال" لڳ دامن سرور جي، پير مغان پنهنجي پرور جي،
سونهن پيريو سردار.

(سر آسا)

## ڪافي (١٦)

جوڳيڙا جڙ لائي ويا، روح ۾ رمز رلائي ويا،
موتي پڌان من لات آنهن جي.

ساهه سامين ڪي سدا تو ساري،
ويراڳي ڪيئن ويهان وساري،
ويا لانگوٽيا لؤن جا لائي،
تن اندر ۾ تات آنهن جي.

## ڪافي (۱۷)

آديسي اڄ رات هليا ويا،
ساهي ساڄهر سات لڏي ويا،
ويا پيچ پرت جو پائي،
راهه نهاريان رات آنهن جي.
لاهوتين جي نينهن نهوڙيو،
ويراڳين جي وره وڪوڙيو،
ويا دل ۾ دود دکائي،
برهه پڙهايم بات آنهن جي.
”ڪمال“ ويڙا ڪامل ڪاهي،
نانگا ناتو نينهن نباهي،
ويا پورب پند پڇائي،
ظاهر ناهي ذات آنهن جي.
(سر آسا)

## ڪافي (۱۷)

ويا سامي سور چڪائي، سڪ ۾ ساهه سڪائي،
تار طلب مون تات انهن جي.
ساز آواز وڄائي سُرندا
پرديسي ويا پورب پُرندا،
ويا لوڪ لاڳاپا لاهي،
پرت سارڀان پريات آنهن جي.
هردم هيئين ۾ حبّ هلڻ جي،
پار پورب جي پند پُڇڻ جي،
ويا ڪوپا قتل تي ڪاهي،
واصل ٿئي مون وصلات آنهن جي.

وائـــي ويراڳين وحـــدت واري،
مردن جـــي آهہ مـــام موچاري،
ويـــا سوريءَ تـــي سر سهساهي،
مـــن ڏ ســـان محلات آنهن جي.
"كمال" قرب كڏهن نہ ڇڏيندا،
پورهيت پنهنجي پـــاڻ سان نيندا،
ويـــا تـــہ نـــاتـــو نينهن نڀائي،
وائـــي هـــردم وات آنهن جي.
(سر آسا)

## كافي (١٨)

دستان پير مغان مئي پيتي، نـشـا نينهن جڳايا وے.
پيتم شوق شراب طهورا، كيتا ذاتـي ذوق ظهورا،
پايا منصب هـے منصورا، "انـا الـحـق" الايا وے.
مد پيتے مدهوش رهياسون، هـوش كنا بيوش ٿياسون،
خيال خودي خاموش كياسون، الـكـ بـار اٺـايـا وے.
انـدر باهر هـردم موليٰ، پڳا پـول سيوئي هُوَ پولا،
ڳيا اوت حجاب دا اوليٰ، سـيـنـي يـار سمايا وے.
"كمال" ميڏي مرشد هادي، ڏتي وحدت والي وادي،
كنا كثرت كر آزادي، "هُو" دا راهہ بتايا وے.
(سر آسا)

## كافي (١٩)

مـــل مـبـــارك ڏيــوو مٺنون،
عشق ميڏے گـهـر آيـــا وے.
رلمل نـــال رانجهن هـــك ٿئيان،
كيڙان پيڙان دے راهہ كنون ڳئيان،

هُن مئين پيش رانجهن دے پئيان ،
ميڏا بخت سوايا وے.
آکے عشق کيتيان آباد يان ،
خوشيان خوب ٿيان هين شاد يان .
سارا ملک مبارک باد يان ،
هويا سانگ سجايا وے .
سڻ رهيا هُن عالم لوکان ،
آيا وانجهن ميڏے جهوکان ،
اٿيان لوک سارے ديان ٽوکان ،
واه مزا مئين پايا وے.
"کمال" باغ حُسن دا کليا ،
واهُ وصالي واهڻ گهُليا ،
ماهي محرم مئنون مليا ،
محبت موجان لايا وے.
(سر آسا)

## کافي (۲۰)

مئين هون صاحب تخت هزارا ، آتان چاک چوايا وے ميان .
پهريم پوش صورت انساني ، چوڙيم اپني لامکاني ،
رنگ نہ ميڏا روپ نشاني ، هُن مئين دنگڑا لايا وے ميان.
نا کنهن دے هون نا مئين جايا ، لا والد هون ، نہ کنهن نپايا ،
اپني مرضي موجب آيا ، مورت بيک بنايا وے ميان.
سانگ سيالين دے سانگ نپايم ، اپنا ننگ ناموس پوڑايم ،
بدوي دا کوئي برقعا پايم ، باري بار اٺايا وے ميان .
"کمال" کيتم سير دا سعيا ، "کن فيکون" في الحال آلايا ،
ايڏے آوڻ اصلون رايا ، واه تماشا پايا وے ميان.
(سر آسا)

## کافي (۲۱)

ناهي طاقت سکڻ سکاوڻ دي، رک چال خودي دے کاوڻ دي.
ویکڻ نال کتابون کڏهين، حق نہ حاصل ٿيندا هڏهين،
مري منشا پاوين جڏهين، مرجيي مطلب پاوڻ دي.
لائي ديد دورنسي جهاتي، "هُو" دي حاصل کر حياتي،
موتوا قبل، ماڻ مماتي، عشق ملامت چاوڻ دي.
رهہ هميشه مست موالي، کنان خيال خوديءَ دے خالي،
الک رمز عاشقان والي، انا الحق الاوڻ دي.
"کمال" کيل برهہ دي بازي، جيڙے کر تون جان گدازي،
عشق سارا آتشبازي، جسم جان جلاوڻ دي.
(سر آسا)

## کافي (۲۲)

الست پيا درياهہ عشق دا، موج محبت تارون تار.
عشق بحر دا انت نہ کوئي، لهريان نال لڙائي هوئي،
ترسين طالب اس مين سوئي، بار جنهين سر بارون بار.
بحر عميق ہم عاشق آون، تپ تپ مرد مزا واہ پاون،
سالک سير اندر ڏُپ جاون، وت رويندا زارون زار.
گهيڙ اِنهين ہم گهڙسن غازي، بانکي کيڏن برهہ دي بازي،
جيڙے کر کے جان گدازي، نيڻ وهائن نارون نار.
"کمال" سخت سفر هے باري، قلزم دي هے کمڏي نہ کناري،
در خاوند دے توبہ زاري، پير مغان مٿينون پار آکار.
(سر آسا)

## کافي (۲۳)

موهن مرلي آپ بجائي، رانجهن رمزان لايا يار.
ديس جوگيان دے آيا ماهي، رنگپور ہم آ دَميا سپاهي،
لوکان نون هي خبر نہ کائي، سانگي سانگ بنايا يار.
(سر آسا)

آیا رانجھن میڈے ویڑھے، کڈ گھتان خر کیڑے پیڑے،
راتان روز اصل واھیڑے، نال ماھي مئین پایا یار،

فوج حسن دے کیتي چڑھائي، نینان کیتي خوب لڑائي،
میڈي دلڑي عشق اڑائي، لوک ملامت چایا یار۔

"کمال" نال رانجھن ھکٹئیان، آکے عشق پدر وچ پئیان،
شرم حیاءُ کنون ھٹی مئین گئیان، ھوش عقل چل جابا یار۔

(سر آسا)

## کافي (۲۴)

صورت دا کر مئین سینگار، ھر مظھر وچ آپ سمایم۔

صورت مئین سیرت مئین ھون،
شامل نال شریعت مئین ھون،
وحدت مئین ھون کثرت مئین ھون،
"وھو معکم" نور نروار،
جت کت اپنا حکم ھلایم۔

عبد مئین ھون معبود مئین ھون،
ھر کنھن دا مقصود بہ مئین ھون،
ھر رنگ وچ موجود بہ مئین ھون،
ھر جاء دے وچ مئین اظھار،
اندر باھر آپ آلایم۔

آپے مطلب طالب مئین ھون،
ھر صورت دا قالب مئین ھون،
ھر مذھب پر غالب مئین ھون،
در در پر میڈا دیدار،
آپے ذات صفات رلایم۔

"کمال" چوڑ فلک مئین آیس،
عرش قرص ۾ نا مئین مایس،
سینی آدم وچ سمایس،
سک ویکایم هي سنسار،
بردے دا کر برقعا پایم.
(سر آسا)

## کافي (۲۵)

سخت حسن دي هے سرکار، خیال کریندي خلل خلم دا.

ابرو قوس کمان کیانی،
زلف دام گیسو زندانی،
ترکش تیر مارن مژگانی،
سیف سیني وچ کر ستکار،
قصد کریندي سیس قلم دا.

خوني خنجر نین نرالے،
کیبر قهري هن ڈون کالے،
پڑکر مارن پڑچیان پالے،
ست نیمان نون جگر دے پار،
آواز سناون "صمٌ بکمٌ" دا.

عین جتان اوطاق کریندے،
برهم والیان بیباک مریندے،
چاک سري ڈڑ خاک ڈریندے،
مارن جسم تي زخم هزار،
نه کردے خون دے خیال ختم دا.

اٹموٹ حسن جتّان چوٹ لگاوے،
کوٹ حجاب دي اوٹ وچاوے،
چوٹ ماريان نون موت جلاوے،
کول نقاب کنون رخسار،
کر اشارا جشن بزم دا.
کر فرمان عشاقان پولے،
ساهم سري جند جوئي گھولے،
"کمال" يار آهين دے کولے،
اپنا آکے ڈيوے ديدار،
مقصد پاوے مراد اتم دا.
(سر آسا)

## کافي (٣٦)

جاتي جاء نہ جن" بشر دي، لؤن لگي ساڏي آهم اتاهين.
جنهن تجلي طور جلايا، سائي ديد ديکيم دلبر دي.
لامکاني سير کتوسين، راهہ گھني رهبر دي.
بيرنگي دا رنگ عجائب، کيهي بات سلان بيسر دي.
"کمال" ماريا غوطا اتاهين، کل نہ جنهن بي انت بحر دي.
(سر آسا)

## کافي (٣٧)

آدم دا هون مين عنوان، آ کر بازي عشق بنايم.
کڏهان مئين هون نيک نمازي،
کڏهان ملان مئين هون قاضي،
کڏهان مئين هون گوهر غازي،
پڙهدا ويد قرآن،
هندو مومن آب سڏايم.

کڏهان مئين هون مرشد كامل،
کڏهان مئين هون عابد عامل،
کڏهان نال شريعت شامل،
کڏهان صوفيان دا سامان،
طالب تي كر تلك لڳايم.
کڏهان مئين هون ظاهر ذاكر،
کڏهان مئين هون نينهن دا نابر،
کڏهان هون مئين نوكر چاكر،
کڏهان كشور دا سلطان.
حاكم هو كر حكم هلايم.
"كمال" پوش پهرے انساني،
رنگ ميڏا روپ نشاني،
ظاهر باطن رحم رباني،
لامكان هے ميڏا مكاني،
صورت دا كر سانگ بنايم.
(سر آسا)

## ڪافي (١)

هاد عشق اسان ڪنين آيا، مٺين چڻم اکيان پر چايا.

بات برهه دي بيحد باري،
جان جگر وچ ڪيبر ڪاري،
منصور آيا اوپر سوري،
جنهن اناالحق آلايا.

زڪريا دي سر ڪرت گهتيائين،
ماه ڪنعان دا اسير ڪيتائين،
سرمد دا سر ڪات ڏريائين،
صنعان جٺيا گل پايا.

عشق دي آهي الٽي بازي،
گهيڙ اهين وچ گهڙسن غازي،
شمس الحق رضا ۾ راضي،
اپني گل ڪٽلايا.

موج اهين وچ بسير آوي،
صوفي جيڪو نام سڏاوي،
"ڪمال" ٻئي دي حاجت ناهي،
شاهہ بلي عشق نچايا.

(سر پيروي)

## ڪافي (٢)

محب جو مٺيءَ سان ڪو ٿيندو ميلو،
عاشق ناهي ڪڏهن آرام.

جهڙي جانب ڪر نہ جدائي،
مل مشتاقن، لهي ماتام.

پانــڌي روز پڇايـان پير جـا،
سجڻ مُنجـي مـانَ سلام.
توکي ساريان، ڪين وساريان،
دوست وڏو تـو دل کي دام.
”ڪمال“ سان ڪر يار پيارا،
اچـڻ پنهنجي جــو انجام.
(سر پيروي)

## ڪافي (۳)

مچ محبت ۾ محبت مران ٿي، سائينءَ لڳ لهه سار سنڀار.

باهه برهه جي ٻارڻ ٻاريو، جوش جگر آهه منهنجو ساڙيو،
ڀيچ ۾ پيرو مون پتار.
عشق انــدر ۾ آتش لائي، تيز تکي آهي تابش تائي،
تن مـن انـدر تکڙي تـار.
فوج حُسن جي ڪئي چڙهائي، لڙندي مون سان ڪري لڙائي،
نيـڻ وهـن ٿا نـارو نـار.
”ڪمال“ آهي عشق اڙانگو، رکي نه هرگز سر جو سانگو،
ڏڙ سيسيءَ کان ڏاوون ڏار.
(سر پيروي)

## ڪافي (۴)

پرڏيهاڙيءَ جي خان پنهل ري، ساعت سرتيون ڪيئن سرندي؟

ٽي ونـدر ۾ هيءَ ويـڳـاڻي، جتـن جـي لاءِ ٿي جوڳياڻي،
ڦيـريـدارن جـيـئـن ڦـرنـدي.
روئي پنهل جــي راهه نهاري، پلپل پـريـن لاءِ پوڪاري،
گوڙهـن ڳـاٽ پـري ڳـرندي.

ٻولي هيڙس ٻاروچل سان، ڪيچ ڏٺيءَ ڪوهيارل سان،
پرت پنهل سان شل پرندي.
”ڪمال“ ڪيچ وٺن ڏي ڪاهي، لوڪ لاڳاپا سرتيون لاهي،
مُوْتُوْا قَبْلَ هيءَ مرندي.
(سر پيروي)

## ڪافي (٥)

پاڻ ۾ پيهي پس تون پنهل کي، ڪيچ نه ڳولج ڪوهيارل کي،
ناحق پاسا پيا نه نهار.
گوشي نشين ٿي تون گذارج، مخفيءَ ۾ من پنهنجو مارج،
وڃي وڃن سان ڪر واپار.
وَنَحْنُ اَقْرَبُ دُور ناهي، وَفِي اَنْفُسِكُمْ ويجهو آهي،
ويهي گهڙي هڪ ڪر ويچار.
فَاَيْنَمَا تُوَلُّوْا چؤس چانداڻ، وَهُوَ مَعَكُمْ روح رهاڻ،
دلبر سندو در در ديدار.
”ڪمال“ آس اميد نه لاهي، لاَتَقْنَطُوْا روح ريجهائي،
ڪلمو پڙهي ڪر قلب قرار.
(سر پيروي)

## ڪافي (٦)

عشق اڙايو سون آڙهه ۾، محب مٺا تون مل منٺار.

محبت مئيءَ کي آهي ماريو، هارڻ عشق اندر ۾ ٻاريو،
نيڻ تمن تا زارون زار.
عشق اندر ۾ ڪئي اثباتي، قُرب جي لڳڙي قلب ۾ ڪاتي،
وسن محبت مينگهه ملهار.

رات گذاريم روئيندي ساري، هيءَ ويچاري محبت ماري،
اندر ۾ آهن عشق آزار.
"کمال" کي ڏيو دليي دلداري، کري واکا هيءَ ويچاري،
ڪَن کريو منهنجي ڪوکار.
(سر پيروي)

## ڪافي (۷)

کانگ کتابت کهج قريبن،
پانڌي پورهيت جو پيغام،
آيي ادب سان عرض آلائج،
پڌي پانهون پوءِ پڌائج،
عشق وڃايو مون آرام.
محب مٺيءَ کان کر پَل مَ پاسو،
هُج هيٺيءَ سان تون هک راسو.
من ۾ محبت مچ مدام،
درد فراقن کئي دل قارون،
ڏي تون ڏکيءَ کي دلبر دارون،
نيڻن کي ٿي ننڊ حرام.
کڏهن "کامل" سان محب تون ملندين،
تور اگهه تي منهنجي تلندين،
اچڻ پنهنجي جو کر انجام.
(سر پيروي)

## ڪافي (۸)

ننگ نمائيءَ جو نرمل توتي، مرسل مير مٺا موچار،
هر هميشه طلب تن ۾، محبت آهي منهنجي منَ ۾،
ساهه ٿو ساري تو سردار.

عشق اوهان جو مون کي انور، دردوندڙيءَ کي ميل تون دلبر،
پنڌي پاروچـل آهه پاڪار.

لڳيس اوهان جي نرمل لاري، جهـڙي تهڙي پهس پنـاري،
ميل جڏيءَ سـان جيءَ جيار.

دلبر "ڪمال" کي ڏيو دلداري، پردن پوورهيت جي ڪريوپوڏواري،
ڪلمي سـان ڏيـو قلب قـرار.

(سر پيروي)

## ڪافي (۹)

مچ پري ٿو محبت من ۾، عشق انـدر ۾ ٿيو اظهار.

عشق انـدر ۾ آتش لائـي، ڏادي باهه بـرهه پـڙڪائي،
حُب حـقـانـي تـارون تـار.

پتنگ جان سون پاڻ پچايو، مـن ۾ محبت مـچ مچايـو،
نيـنـهن نـهـوڙي ڪيو نـروار.

جيئري پنهنجي جـان جلايم، رانجهن سان ڪا رمز رلايم،
سيـف سيني ۾ تـي ستڪار.

"ڪمال" هستيءَ حال وڃايم، حُسن حقيقي اوڏو آيـم،
طـور جـلايـو جنهن جهلڪار.

(سر پيروي)

## ڪافي (۱۰)

دل ۾ آهـي دلـبـر ديـرو، ڪيچ نه ڳوليج ڪانڌ ڪوهيار،
ساڳـي صـورت سـر آسـرار.

ڪُنْ فَيَڪُوْنَ جـڏهـن ڪـن پيڙو،
قَالُوْا بَلٰي جـو قـول تـو ڪـيـڙو،
عشق ڪيو تو سر اختيار.

جوئي سؤدو سري ونڊر ۾،
سوڻي آهي تنهنجي اندر ۾،
پرت وارن کان پڇ کو پار.

دل ۾ تنهنجي دلبر آهي،
ڪيچ وڃين تون ڇو تو ڪاهي،
هر دم هئين ۾ ٿي هشيار.

"ڪمال" ڪنهن جي طاقت ناهي،
پير اچي هن ٻڙ ۾ پائي،
بيحد برهه جو باري بار.
(سر پيروي)

## ڪافي (١)

مون کي دلبر درس پڙهايو، سارو سرور سر سمجهايو.

دوئي دور ڪيائين ساري، ڏسيئين راهه حقيقت واري،
ذاتي قلب ڪڙايو.

پهرين توجهه تيز وڌائي، هوش ڪنان بيهوش بنائي،
پوءِ ساجن سبق سڻايو.

سورن جو مون سبق ڏنائين، بهرو برهه سندو بخشيائين،
غازيءَ غير وڃايو.

متان "ڪمال" ڪرين من ماندو، تيندين هوتن ساڻ هيڪاندو،
هاديءَ هيئن فرمايو.

(تلنگ)

## ڪافي (٢)

اڄ پرين پاڻ پسايو، مون کي دلبر درس ڪرايو.

ڏنيم صاف سڄڻ جي صورت،
عجب آهه عجيبن مورت،
جنهن شمس قمر شرمايو.

خوشبوءِ حسن جي چوڌاري،
چاهي مشڪ ختن تاتاري،
واهه هوتن هنسڳان لايو.

لب سرخ عجيبن لعلي،
چاهي لعل ياقوت رومالي،
مرجان منهن لڪايو.

"ڪمال" ڪهڙي گهور گهايان،
ڪوري ڪنڌ ڪلهؤن ڪپايان،
مون کي موليٰ محب ملايو.

## ڪافي (٣)

تنهنجي حسن ڪيو حيرانو، مون کي محب پرين مستانو.
پالا نيڻن بڇن تا ٻاري، خون جگر مان ٿي ويو جاري،
ديدن ڪيو ديوانو.
ابرو سيف ستن ستڙڪائي، هڻيو گهورَ وِڄهن تا گهائي،
چست چٽي نيشانو.
زلف خم خم ڪاڪل ڪارا، ور ڏين واسينگن وارا،
ڳل عشاقان ڳانو.
قربن سان "ڪمال" ڪٺو تو، مشتاق موهي محب مٺو تو،
شوق وچايم شانو.
(تلنگ)

## ڪافي (٤)

مون کي موليٰ محب ملائي، آهيان ڳليءَ ڳليءَ جنهن ڳولي.
روئي آءٌ نهاريسان راهون،
ڪريان دود منجهاران دانهون،
مون چاڪ چيهون ڪئي چولي.
سڪان روز سڄڻ کي ساريان،
ڪو دم دلبر ڪين وساريان،
ٻوليان ٻانهپ واري ٻولي.
ڪيو نيڻ وهن تا ناوا،
حيڻن سانوڻ ۾ وهن نيسارا،
تنهنجي رمزن آهيان رولي.

ڪڏهين محب "ڪمال" سان ملندين
اچي تور اگن مون تلندين،
تنهنجي گولن جي آهيان گولي.
(تلنگ)

## ڪافي (۴)

هادي، عشق جنين وت آهي،
پؤ پولو تن کي ناهي.
عشق امام جنين جو تيڙو،
مري مشاهدو تن آهه ڪيڙو،
آيا سوريءَ سر سنپاهي.
بانڪا ڪيڏن برهه جي بازي،
رند رضا ۾ هردم راضي،
آيا ڪُوپا قتل تي ڪاهي.
تيڙو سير تني کي سارو،
وڳو نوبت نينهن نغارو،
ڇڏياڻون لاڳاپا سڀ لاهي.
جي مُوتُوا قَبلَ اَنتمُوتُوا،
"ڪمال جان فدا ڪر تن تو،
اِهو مردن مذهب آهي.
(تلنگ)

## ڪافي (٦)

سرد پروڙن مام ايهائي، هر جاء حاضر ڄاڻن حق.
پوڙي ٻيائي غير ڇڏياڻون، پاڻ ۾ پيهي پاڻ پسياڻون،
'هُو' ۾ هردم غازي غرق.

سالڪ سمجهن صحي سر سارو، آناالحق" جو مارن نعارو،
واريو جن ٻيو سڀ ورق.
رهن هردم مست موالي، ڪنا خيال خوديءَ جي خالي،
طالب ڪن ٿا سڀ کي ترڪ.
"ڪمال" صورت صاف سڃاڻن، احد احمد هڪ ڪري ڄاڻن،
لهي ويو وچ مان ميم فرق.
(تلنگ)

## ڪافي (٧)

ڪيم ترڪ ٿيس مان طالب، پرت پرين سان ٻيٺي ٻيٺي.
درد لڳو آهي دلبر دل ۾، دوست دلاسو منجِ ڏيٺي ڏيٺي.
پيس يار پناري تنهنجي، جيهي آهيان تيهي تيهي.
ننگ نمائيءَ نرمل توتي، آءُ پڪي پرين پيهي پيهي.
گهايوگهور "ڪمال" کي دلبر، رمزن سان دل ريهي ويهي.
(تلنگ)

## ڪافي (٨)

سمجهن سالڪ هي سر سارو، ڪل ٻين کي ڪيهي ڪيهي.
لائي ديدون دل ۾ هردم، ڏيهه ڏسن اهو ڏيهي ڏيهي.
ڏينهن ساروئي ڏک ۾ گهارن، رات وهائين ويهي ويهي.
دمدم عاشق اچن اڏيءَ تي، نينهن نيائن نيهي نيهي.
"ڪمال" پس پرتون پنهنجيءَ کي، پاڻ اندر ۾ پيهي پيهي.
(تلنگ)

## ڪافي (۹)

ساڏا عشق نهين اڄڪلهه دا، سانون لڳڙا نيهن روز ازل دا.

الستي آواز صاف سنيوسين، قالوابلي دا قول ڪيتوسين،
واحد نال وچ وصل دا.

لاڪون روز ميثاقون آيا، بسم الله مٽن جهولي پايا،
نقطا نينهن نت نه سلدا.

ساقي شوق شراب ڏتوسين، آنهين هڪدم مست ڪيتوسين،
چپ ڳيا تاب عقل دا.

”ڪمال“ عشق ملامت چايا، آپي بيهر پدر م پايا،
ڪرڪي خام خيال قتل دا.

(تلنگ)

## ڪافي (١)

اصل کان آريءَ اديون، ڪا ذوق جي بخشيم ذري.
دلڙي منهنجي ورلهڙي وتي، ايندا ڪڏهن مون وٽ وري.
ڪا عجيبن جي اچي جي، ڏي خبر ڪنياتل ڪري.
درد کان دانهون ڪريان، چشمن ڪيس چوري چڙي.
ملندا ڪڏهن مون کي پرين، ڳڻتيءَ ۾ ويندي آءٌ ڳري.
مل وڇوڙو تو مفت ماري، مچ پيا من تي ٻري.
مون ۾ سهڻ جي ناهي طاقت، مفت آءٌ ويندي مري.
"ڪمال" ڪڏهن ري قربن، ساعت منهنجي نا سري.
(سر پهاڙي)

## ڪافي (٢)

ڪر ڪا خبر قاصد ادا، مون سان پرين جي پار جي.
ايندا ڪڏهن منهنجي اڱڻ، سڏ ڏي سپه سالار جي،
ڪين موران پيو منگان، دو ڪار اٿم ديدار جي.
يادگيري يار وٽ، هُت ڪا هئي بيڪار جي،
ڪا ڪئي قاصد قربن، هئي پيچا پينار جي.
سڪ اٿم سيني اندر، تي من گهڙئي منار جي،
تون سڻائج سڀ حقيقت، دوست مون دل نار جي.
"ڪمال" کي ڪارڻ خدا، ڪا ڏي خبر ڏاتار جي،
سائي چئو ساري سموري، سڏ سچي سردار جي.
(سر پهاڙي)

## كافي (٣)

آيا پرين پيرا پري، برسات، اڄ گوندر ويا.

چمن ۾ چانڊاڻ ٿي، گل ڦل ٽڙي گلزار ٿيا،
بيشڪ بهاري آهه کلي، هر طرف مهڪار ٿيا.

گل کڙيا گونتي سندا، ٽارن ۾ ٽانگر ٽهڪيا،
سوسن و سنبل گلابي، پيچان عشق پروار ڪيا.

ملڪ سڀ مخمور ٿيو، وڻ ٽڻ پرين سڀ واسيا،
چمن ۾ آيا چالي، خوشبوء عطر مهڪار ٿيا.

"ڪمال" ٻؤ قدمن ڪري، پنهنجا پلن اڄ پال ڪيا،
شهر ۾ شاديون ٿيون، آباد اوتارا ٻه ٿيا.
(سر ڀهاڙي)

## كافي (۴)

جن کي سٽي ساجن مليو، سي ڪيئن وڃن ڪعبي وري.

ديد لائي ديد ۾، کولي ڏسن دل جي دري،
قَالُوْا بَلٰي جي قول جي، پت آهي پڻ تن کان پري.

مُوْتُوْا قَبْلَ جي مام سمجهي، مرد ويا مانجهي مري،
موت ڇا ماري آنهن کي؟ ذوق جي جن کي ذري.

لحم لاهي لال ٿيا، هڏ ماس عضون جو ڇڙي،
آهي پرين جي پار جي، خاصي خبر تن کي ڪري.

"ڪمال" آجا ٿيا اهي، جن بار جي لاٿي پري،
ڀرئين پتڻ سان پار ٿيا، سڀ تار ويا ٽڪ جي ٽري.
(سر ڀهاڙي)

## ڪافي (٥)

اکڙيون آڇون آهن اڇا، ديدار دلبر جو گهُرن.

ابر جان اکڙيون وسن،
تيون محب لاءِ مانديون مرن،
جهوريءَ سڄڻ جي ڪان جهجي،
ڳڻتيءَ ۾ دلبر جي ڳرن.

هردم وسي سي مينهن جان،
ڏک کان ڏکويون ڏريون ڏرن،
ڏک ڦري شل سک ٿين،
من نيڻ هن مٺيءَ جا ٺرن.

ايندا پرين عيدون ڪريان،
اکڙيون عجيبن لاءِ ڦرن،
ملندا ڪڏهن محبوب مون،
جهوريءَ پٺي سي تيون جهُرون.

"ڪمال" ڪنهن پر ڪيئن ڪريان،
واري واراپان تا ورن،
اتکيون اڙيون سي اوچتيون،
چوريان نه ڪنهن پر سي چُرن.

(سر پهاڙي)

## ڪافي (٦)

هـي هـي سڄڻ تنهنجي سور جون، ڳالهيون ڪيو آءٌ ٿـي ڳران.

آهي جدائيءَ جو جيئڻ، دم يار کان هڪ ڏار ٿيڻ،
تنهن کان ڀلو مون کي مرڻ، ڏک کان ڏکويل ٿـي ڏران.

سورن سمرٿيون سوريان، جيئڙو جڻسو تي جهوريان،
ڏونگر ڀرين لاءِ ڏوريان، ڦُريل ٿيو آءُ تي ڦران.

گهوري وڇوڙي جي گهڙي، سر سور ۾ ويڙو سڙي،
دردن اچي لاتي دڙي، آءُ مفت تي ماندي مران.

"ڪمال" نا ٻيءَ ڪار جي، درڪار تي ديدار جي،
هڪ سچي سردار جي، ور ري نه آءُ ڀوڻتي وارن.

(سر پهاڙي)

## ڪافي (١)

حيف انهيءَ ڪي آهي، ور ريءَ جيڪا ويس ڪري.
سڄڻ ري جا سرتيون، خوش سڀهي تي ڪائي،
نند نڊوري ناڪس، ڪري ڪانڌ بنا ڪائي،
سا پرين ڪان ٿيندي پري.
مائي تي مشڪل مزا، جانب ريءَ جيڪائي،
راهبانا بند نہ ڪوئي، جانبن لاءِ نہ جا آئي،
ڏيل ڏکيءَ جو شال ڏري.
محبت آهي من ۾، ڪائہ ڪُمل ڪي ڪائي.
قادُڪرُ وُني آڏڪرُ ڪم، سمجهہ نہ رکندي سائي،
ڳڻ ڳايو سا ڪين ڳري.
"ڪمال" جيڪا ڪانڌ بنا، سونڌ چيتائي سرتيون،
پاڻ هٿي پاهڻ سان، پرزا ڪري پنهنجون پٽيون،
چو نہ مٽي تي هاڻ مري.
(سر مانجهہ)

## ڪافي (٢)

ڪيچ ڏٿيءَ جي ڪانگل، خوش خيال ڏي ڪا خبر.
لنوءُ ڪانگل لات مٿي، وات سڄڻ جي وائي،
حال حقيقت هوتن، سڌ سموري سائي.
ساٿي سيها چنچ سچر.
يادگيري يار هٿي، پورهيت جي ڪا پانڌي،
ڪينءَ وساري وينا، مفت مران تي ماندي،
قاصد ڏج مون ڪا ڪر.

سار هئي كا ساڻي، كيچ ڏٺيءَ كوهيارل،
هين هيٺيءَ تي هي هي، ٻاجهه پوي ٻاروچل،
حال ڏسي جي هيڪر.
ڇپر ڇڏي هيءَ ڇوري، پورهيت ويا ڪنهن پرڏس،
"ڪمال" ڇوي ڪانڌ ٻنا، ٻر م آهيان بيڪس،
دوست ملي ري دلبر.
(سر مانجهه)

## كافي (٣)

جهل پل نا ڙي جيجل، ور ته پنهنجي ڏي تي وڃان.
قالوا بليٰ چئي قابو،
آريڙيءَ سان آهيان،
سور سهي سر تي،
ڪيچ وڃڻ ڏي ڪاهيان،
قول ڪيل ڪيئن ڀڃاز؟
هوت حمايت هيٺڙن،
اوت اجهو آرياڻي،
تر م تڪيءَ سان تيندو،
سات ڏٺي شل ساڻي،
آس امڙ اتم اچان.
"ڪمال" ڪڏهن ڪانڌ مون ڪان،
دم نه تڻهي دوست جُدا،
جانب جنت تان گهوريان،
جيءَ جسو جان فدا،
سر صدقي موت مڃان.
(سر مانجهه)

## كافي (٤)

گھوريو وڃوڙو آيل، دلڙي ڦٽي ٿي ڦارون.

سڪندي سڪندي سرتيون، عمر گذاريم ساري،
ڪانہ ڪئي ڪا پرين، پورهيت جي پوئواري،
سڄڻ لڏيون نا ساروُن.

ناءُ الله جي آري، خان پنهل ڪر پيرو،
مرض وڌي ويو منهنجو، جگر جلهي ٿو جيرو،
ڏيل ڏکيءَ جو ڏارون.

ڏکن ڏکوئي آهيان، برهہ ڏنم بيماري،
محب ملڻ جي مٺيءَ کي، دوست ڏيو دلداري،
دردونديءَ کي دارون.

ڪڏهن "ڪمال" سان ملندين، واڳ وصل جي واري،
دير نہ گهرجي دم جي، محبت مٺيءَ کي ماري،
طلب اندر ۾ ٿارون.

(سر مانجهہ)

## كافي (٥)

مانَ وري ڙي يمنر، ور ري آءٌ ڪيئن وَران.

جيڏيون جبل ۾ جهاتيون، خان پنهل لاءِ پانيان،
جبل جتن لاءِ جيجل، بر بازر تي پانيان،
ڏسي ڏونگر ڪين ڏران.

ڏوري ڏسان ڏيهہ ڏٺي، هنن اکين سان هيڪر،
پنهل پرينءَ جي پاڙي، جيڏيون وڃي آءٌ جيڪر،
محبن اڳيان شال مَران.

الله آڻيندو آري، لڪن مٿان شل لاڙي،
جيءَ جلايو جيجل، سوز فراقن ساڙي،
ريءَ ھارون آءٌ تي ھران.
"ڪمال" ھت ڪيئن ڪاٽ بنا، گھر گھاريان ڪيئن گھڙي،
قرار ڪندي نہ ڪڏھين، دوست بنا ھيءَ دلڙي،
محب ملي آءٌ تان ٺران.
(سر مانجھ)

## ڪافي (١)

دلبر دا ديدار ڪتوسي، جيءَ وچ پائي جهاتڙيان.
ذڪرُ ذاتي قلب ڪتّڙيو مون، نيئنهن نفي اثباتڙيان،
عشق اندر ۾ آگ مچائي، طلب اندر ۾ تاتڙيان.
همدم گوندر نال گذاريان، روئندي ساريان راتڙيان،
نيهن لمن تا ناران وانگون، بوندن ڪيي برساتڙيان.
دل اپني ۾ ديد اڙايم، پره ڦٽي پرڀاتڙيان،
طلب ديان ڪي تن من اندر، قرب وهائيان ڪاتڙيان.
"ڪمال" ميڏے مرشد هادي، روحي رمزان لاتڙيان،
همدم نال هميشه مٺيڏي، رانجهن ذات سڃاتڙيان.
(سر ڪانرو)

## ڪافي (٢)

واه واه ماڻي بازي، آدم اچي سڏايئه،
هر جاء بجاء جاني، پنهنجو حڪم هلايئه.
جلوو نور ذاتي، عرش فرص ۾ نه مايئه،
آدم نقاب اندر، سڀ صحن ۾ سمايئه.
رنگ نه روپ تنهنجو، هاڻي ونگي رنگ لايئه،
مٿين مرغ لامڪاني، هاڻي مڪان بڻايئه.
ٿي هر مظهر مولي، مٿيخن واه مچايئه،
سيڪنهن صورت ۾ سپرين، پنهنجو پرتوو رکايئه.
اَلْاِنْسَانُ سِرّي وَ اَنَا سِرُّهٗ، انسان ٿي آلا ڏيئه،
بوليي اندر ۾ بولي، درسن ڏئي ڏتاريئه.
"ڪمال" قرب وارا، سڪ ۾ پنهنجي سڪايئه،
وَجْهُ اللّٰه چئي چوڏاري، منهن ڇو پرين لڪايئه؟
(سر ڪانرو)

## ڪافي (١)

ايندا آڏوتي، ايندا لاهوتي، محبّت مچ مچائيندا.

چوري چرخو ائيٽ اندر ۾، آڏڻ سارو آجاريندا.
ساز آواز سرندا اندر ۾، واڄٽ ويھي وڄائيندا.
ناد نفيلا تن من تارون، لنؤن لنؤن منجھ لڳائيندا.
سبق ثبوتي سان سيني ۾، قابو ”ڪمال“ ڪرائيندا.
(سر ساموندي)

## ڪافي (٢)

آيل ڏٽيڙا آيل ساميڙا، ساٿي ڪين سمھن.

ڏتر ڏورن گام گنجي ۾، ننڊ نہ اٿن نيڻن.
ڪاندي تاندي پاڻ پڇائن، مچ محبّت جا پرن.
ساندين سوگھو سور اندر ۾، ڪنھن کي ڪين چون.
”ڪمال“ ڪاڙھي قلب پنھنجو، ساميڙا تا سڙن.
(سر ساموندي)

## ڪافي (۱)

قلزم ڪارونپار، ڪنڌي نہ عشق ڪناروآهي.

توڪل تڙهو طالبن جوڙيو، وحدت جو ونجهہ آهہ تن موڙيو،
ٻانهن هٿي منجهہ ٻار، ڪامل پهتا ڪنڌيءَ ڪي ڪاهي.
جوڳن جوءِ ڪٿي وڃي جاتي، جن ملڪ جي جاءِ نہ تاتي،
ترِيا تڪي سا تار، سورهہ سانگو سِر جو لاهي.
بيرنگي بازار ڏنائون، وحدت جو واپار ڪيائون،
سامي ٿيا سنگسار، هوريءَ سر ويا سوره ساهي.
"ڪمال" اونهي بحر ۾ آيا، موج محبّت لهر لوڙهايا،
پهتا سي وڃي پار، عشق امام جن جو آهي.
(سر سامونڊي)

## ڪافي (۲)

پنهل ڇام پرچي، ايندم شال اوري،
ايندم شال اوري، پڇان نہ هڪ تُوري.

قدمن تان قربان ٿيان، آيو تڪر توري.
ڪري گهور گهمائيان، ڪنڌ ڪلهن ڪان ڪوري.
لٿو پوءُ پنيور تان، آيم منزل سوري.
"ڪمال" ڪارڻ ڪانڌ جي، گهوري سر ٿي گهوري.
(سر پهاڙي)

## كافي (٣)

عجب دل اکين جي لڳي آهہ لڙائي،
ڪئي باز بلبل متي آهہ چڙهائي.

پيو دام دل کي آئي دل آري ۾،
آمالڪ اڙي ويئي هڪڙي ذري ۾،
ڪري قيد قابو، آهہ ڪاڪل ڪڙائي.

نظر سان نيڻن لڳو نينهن ناتو،
ڪسي دل کئي ويو نہ مون چاڻ چاتو،
لڳي ميخ محبت، اندر جيءَ جڙائي.

پئي چڻنگ چواي ٻري عشق آتش،
جلي جان جيرو تکي تيز تابش،
ڪامي دل ڪوري ۾، آهہ سوزن سڙائي.

”ڪمال“ ديد دلبر جنهن دم ڏيکاري،
لڳي جان منهنجيءَ ۾ ڦهري ڪٽاري،
پئي سور واري، پرهہ جو پڙهائي.
(سر پهاڙي)

## كافي (٤)

چائي دل چنبن ۾ ڪري مار ماري،
موتائي مون کي ڏي! منهنجي زور زاري.

ڪئي ديد دلبر، جگر مان تو جاري،
ڪئي نيڻ نازڪ، تو دلڙي ڏتاري،
هڻي ٻاڻ ٻنگي، ڪپر ڪان ڪاري،
ڪري قيد قابو، ڪٺي سوپ ساري.

قري دل ڦٽي تو، ڏوران ڏيٺي ڏيکاري،
ڪيو ساهه سوگهو، متس چست چاري.
”ڪمال“سان نہ ڪنهن پر، سچ تو سمڪاري،
قاسائي ڦڪل سان، بچي باز باري.
(سر پهاڙي)

## ڪافي (٥)

اڳڻ اوتاري آري شال ايندو،
نڌر نماڻي وني نال نيندو.

حمايت هيڻن سان حشر ڏينهن تيندو،
ضامن ضعيفن پڌن بانهن ڏيندو.

واهر ولهين جي، ڇوري نا ڇڏيندو،
پورهيت پنهنجي هي گولي گڏيندو.

پلئہ لڳيءَ کي ونيو ور ويندو،
محب مٺيءَ کان منهن نا مٽيندو.

”ڪمال“ ڪشالا ڪامل ڪٽيندو،
ڏيٺي هوت هٿڙا، پورهيت کي پليندو.
(سر پهاڙي)

## ڪافي (٦)

اڱڻ يار ايندڙين اچي هيڪاند تيندين،
ڏيري درد واون جي واڳون واريندي.

سچا سام پنهنجي، سنڀالي سڏيندين،
نڌر هيءَ نماڻي، ونيو نال نيندين.

پنهنجي هيءَ پورهيت، ڇوري نا ڇڏيندين،
ڪري قرب پنهنجو، تون گولي گڏيندين.

نــنــڌر ساڻ ناتو، نڀاهيو تــون نيندين،
مـتـي هـــٿ هيٺن، پـــڌن پاڻهن ڏيندين.
قول "ڪمال" ساڻ، پنهنجو پــوءِ پاڙيندين،
لـفـظ لاَ تَقْنَطُوا، سُخن ســو سارينديِن.
(سر پهاڙي)

## ڪافي (٧)

ڀري جــام جاني پياسي پياري،
وٺي وير وحـدت ڏکوين ڏياري.
ســوالـــي سڏائي ڀرين تــو پهرائي،
منجهان شوق ساقي وٺيون ٿو ورهائي،
ڏئي مــوج مستي، نشي سان نهاري.
شَرابا طهورا منجهان مـــهـر مرڪي،
موالين ملائي سندي شوق سرڪي،
آئـــي آب ڪوثــر، اَداـــي آثاري.
ڀرهه جــو پياڪن سُتي صف ساقي،
منگتا ملهائي بـچـائـــي نـــه باقي،
سندن صـــاف سينو، اندر ٿو آجاري.
"ڪمال" هٿ ڪلان اڃا جيڪي آيا،
متيءَ سان ملائي صبح جـــو سوايا،
ڏئـــي پُر پيالو، جـــڏا ٿو جياري.
(سر پهاڙي)

## مولود (١)

امت جا آسرا انور، وسيلا واهرو واهر،
شافي هر دوجهان سرور، مٺا محبوب مل مدني.

ٻاجهارا ڏي ٻڌيءَ ٻانهون، رڙي روئي پچان راهون،
ورلهيءَ ويٺون سيئي واهون، مٺا محبوب مل مدني.

داتا دردن سنديون دانهون، ٻڌ ج عاجز سنديون آهون،
الله لڳ آءُ اوراهون، مٺا محبوب مل مدني.

فراقن دل ڪئي قارون، ڏيو دردن سندو دارون،
ڪايل جون لهو سارون، مٺا محبوب مل مدني.

ملڻ لاءِ مون مٺان ماتم، هنجون هاريان ويٺي هردم،
هيڻيءَ سان هوت ٿي همدم، مٺا محبوب مل مدني.

## مولود (٢)

سچا سردار دو عالم، اڙين آڌار دو عالم،
مٺا مختيار دو عالم، حامي همراهه ٿي حضرت.

اجها عالم سندا انور، سچيءَ سنڌ جا سخي سرور،
دلاسو دوست تون دلبر، حامي همراهه ٿي حضرت.

جنهن دامن جهلي تنهنجي، نه ڪيندا ڪاڻ سي ڪنهن جي،
نه ايندي پيش تن آهنجي، حامي همراهه ٿي حضرت.

رسو ڪامل اچي ڪاهي، ڇڏيو ڏڀ ڏاڍ سڀ لاهي،
اوهان تي آسرو آهي، حامي همراهه ٿي حضرت.

"ڪمال" پرتو اٿئي پرور، نه هڪ دم ڌار ڪر دلبر،
وسيلو تون ولهين واهر، حامي همراهه ٿي حضرت.

## مولود (٣)

حمايت هوت هيڻن جي، آذر ۾ اوت اڙين جي.
وسيلا واهه ولهين جي، مدد تي مير محتاجن.
شافي يوم الحشر سرور، پسايو پاڻ مون پرور،
گهران ديدار تي دلبر، مدد تي مير محتاجن.
سڪان سڪ ۾ سدا سارياں، هنجون هردم پئي هاريان،
ملو محبوب، من ٺاريان، مدد تي مير محتاجن.
ٿوليم ڏونگر وچيو ڏوريان، اچو تان حال مان اوريان،
مٿان سر گهوٽ تو گهوريان، مدد تي مير محتاجن.
ڪنهين ڪريو هي ڪوڪارون، پڌو پانهيءَ جون پاڪارون،
گوليءَ سڱ گهوٽ گفتارون، مدد تي مير محتاجن.
"ڪمال" سان هوت مل هادي، گهوريءَ جي گهر ٿئي شادي،
ڪريو ڪلمي سان آبادي، مدد تي مير محتاجن.

## مولود (٤)

الله مون وٽ آئيين، سونهن پريو سرور.
مٿان حسن حبيب جي، قربان ڪيان تم قمر،
گهورون گهوريان گهوٽ تان، هيرو لعل جوهر.
حسن سڀ حيران ڪيا، حورون جن بشر،
مولي محمد کي ڪيو، مٿانهون منور.
حمايت هيڻن جي، حامي ڏينهن حشر،
ڪين چنڊ يندو ڪڏهين، آمت کي انور.
"ڪمال" سڪ سڄڻن جي، سرهو آهي سمر،
ڪلمي ساڻ ڪريم جي، لٿا غم گوندر.

## مولو (٥)

آءُ تہ سيّد ويٺي ساربان، مون کي موٽي محب مان، الا.

اتہ آس الله ۾، پرين مانَ پرچن، الا،
روئندي اکيڙن روج کان، بوندون بس نہ ڪن، الا.
لڙڪ وهن لوهوءَ جا، گوڙها تان بہ ڳلن، الا،
اندر آڙاهہ عشق جا، محبت مچ ٻرن، الا.
قادر ڪندو قسمت مون، مديني ملڪن، الا،
عشق اُهان جي احمدا، جيرا جوش جلن، الا.
"ڪمال" پرتو سيّدا، هادي تيو هيٺن، الا،
مؤمن ڪري ماريو، ڪلمو ڏٺي قلبن، الا.

## مولود (٦)

مَ ٿيءُ مشتاق تون ماندو، مٺو محبوب اچ ايندو.

وٺي پورهيت پنهنجي پرور، نماڻي نال هيءَ نيندو.
دلاسا دل کي ڏيئي دامن، ڏکوين ڏاڻ کي ڏيندو.
وصل جو واءُ اچ ورندو، وڇوڙو ويل تنهن ويندو.
چيو لاَ تَقْنَطُوْا پرور، "ڪمال" سو قول پاڙيندو.

## سي حرفيون (۱)

الف: الله لڳ آءُ محمّد، پير اڳڻ تــي پــاءُ محمّد،
مٺيءَ كي پاڻ پساءِ محمّد، سڪندي ڪين سڪاءِ محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ب: باريءَ لڳ ٻڌ بات محمّد، تــن اندر ۾ تــات محمّد،
وائـــي تنهنجي وات محمّد، سيّد ڏينهان رات محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ت: توريءَ ڪانهي واهه محمّد، حامي تــي همراهه محمّد،
پورهيّت پشت پناهه محمّد، رهبر تــي مون راهه محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ث: ثابت اندر سير محمّد، پهچ ڀنڀور پير محمّد،
دلبر ڏي ڪا ڏير محمّد، داد ڪريو دلگير محمد،
صلي الله عليه وسلم.

ج: جان ڪريان قربان محمّد، مون وٽ تــي مهمان محمّد،
محبت ڪيم مستان محمّد، درسن لاءِ ديوان محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ح: حال ٻڌج احوال محمّد، سائينءَ لڳ سوال محمّد،
ڪري پلائي پال محمد، ڪرڪوقرب "ڪمال" محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

خ: خوب آهه خيال محمّد، پسان جوت جمال محمّد،
حاصل حال في الحال محمّد، واصل ڪر وصال محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

د: دل منهنجي كر شاد محمد، كامي سان آباد محمّد،
عاصيءَ ڏي ارشاد محمّد، دلبر ڪر تون داد محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ذ: ذڪر اذڪارَ محمّد، لئون لئون منجهہ لغار محمّد،
تن من اندو تار محمّد، گوليءَ كي گفتار محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ر: راضي مون تي ٿيءُ محمّد، وارث تون وصيءُ محمّد،
جان سڪي تو جيءُ محمّد، هي هي ڪونهي هيءُ محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ز: زيارت مون كي كار محمد، هيڻيءَ كي هڪوار محمّد،
نيئي مديني مار محمّد، پرور پنهنجي پار محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

س: سيّد ساري ساهہ محمّد، توريءَ تڪيو ناهہ محمّد،
پسازيءَ كي پهراءِ محمّد، ليڙون هي لهراءِ محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ش: شر تو ڪري شيطان محمّد، نفس تيو نادان، محمّد،
سمجهائي سلطان محمّد، نرمل ڏيو ايمان محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ص: صاحب سر لولاڪ محمّد، ”لَمَّاخَلَقتُ الافلاڪ“ محمّد،
غور ڪريو غمناڪ محمّد، پهرايو پوشاڪ محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ض: ضعيفن ضمان محمّد، عاصيءَ ڪر إحسان محمّد،
سر سارو سبحان محمّد، داتا ڏياريو دان محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ط: طلب تمام محمّد، سيّد صبح و شام محمّد،
من اندر ماتام محمّد، دل كي تنهنجو دام محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ظ: ظاهر ڪر اظهار محمدؐ، نُور پَسان نروار محمدؐ،
اندر ۾ اسرار محمدؐ، دلبر ڏي ديدار محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

ع: عالي شان محمدؐ، لاثاني لاثان محمدؐ،
دَرَ جو هي دربان محمدؐ، بلبل لئي بستان محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

غ: غفلت غير، محمدؐ، فند فڪل سڀ ڦير محمدؐ،
معاف مديون ڪر مهر محمدؐ، روشن ڪر مون سير محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

ف: فائق ٻڌ فرياد محمدؐ، آجو ڪر آزاد محمدؐ،
بديون مون برباد محمدؐ، عاصي ڪر امداد محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

ق: قلب آجار محمدؐ، سينو صاف سنوار محمدؐ،
وحدت وائي وار محمدؐ، آهيان تو آڌار محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

ڪ: "ڪمال" غلام محمدؐ، پاوس تو پيغام محمدؐ،
عاصيءَ ڏج انعام محمدؐ، نرمل پنهنجو نام محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

ل: لنگهي ناسوتُ محمدؐ، منزل ۾ ملڪوت محمدؐ،
جوءِ پسان جبروت محمدؐ، لاهوت منجهان هاهوت محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

م: محبت وارو ماڻ محمدؐ، ڏاتر ڏياريو ڏاڻ محمدؐ،
پريئن پسائج پاڻ محمدؐ، سيّد هج مون ساڻ محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

ن: نُورً اعليٰ نُور محمدؐ، حاصل ڏينم حضور محمدؐ،
مادح منظور محمدؐ، دوري ڪر مون دور محمدؐ،
صلي الله عليه وسلم.

و: واهر تي وريام محمّد، لڳيس تنهنجي لام محمّد،
سيد تنهنجي سام محمّد، ڪامل ڏينهن قيام محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

هه: هيڻون هي حال محمّد، برهه ڪيو بيحال محمّد،
توريءَ جيڻ جنجال محمّد، ڪنُو قرب ڪمال محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

لا: لاتقنطوا پار محمّد، وارث واڳون وار محمّد،
دلبر درسن ڪار محمّد، ڏاتر منهن ڏيڪار محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ء: الله لڳ اڄ محمّد، محبت پاريم سچ محمّد،
سيد ڏي مون سچ محمّد، ڪوري ڪڏ هي ڪچ محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

ي: يتيمن يار محمّد، سيد لهه مون سار محمّد،
واڳ "ڪمال" تي وار محمّد، ڪلمي ساڻ اتيار محمّد،
صلي الله عليه وسلم.

لاإله إلا الله محمّد رسول الله عليه وسلم.

## سي حرفي (٢)

الف: آڏر پکيڙا پار پرين، ڪانگل ڪاهي ڪيچ ڏئين،
مهندا ويهي مون محبن، آريءَ ڪي هي ڏج اخبار،
سيد لهه مون سار سنڀار.

ب: بات بيان ڪج تون ساري، هيءَ ويچاري محبت ماري،
سر تي بار برهه جو باري، گولي جي ڪر آت گفتار،
سيد لهه مون سار سنڀار.

ت: تون تهدل ڏج نياپو، محب مٺيءَ سان ڪر ملاپو،
جانب منهنجا جيءَ جياپو، واڳ وصل جي والي وار،
سيد لهه مون سار سنڀار.

ث: ثابت عين ثواب، جانب وٺان آڻ جواب،
هيڪر مٺيءَ سان لاهه حجاب، دلبر مٺي ڪي درسن ڪار،
سيد لهه مون سار سنڀار.

ج: جدائيءَ ۾ هي جاني، محب مري ٿي، هيءَ مستاني،
درسن لاهه قران ديواني، سات ڏٺي تون آهه سردار،
سيد لهه مون سار سنڀار.

ح: حقيقت هن جو حال، چشم عجبين ڪي احوال،
ڪُلو تنهنجي قرب "ڪمال"، پلپل تنهنجي آهه پچار،
سيد لهه مون سار سنڀار.

خ: خبر ڪا خير جي آڻ، نينهن نياپو توڙ رساڻ،
هوتن ڪي وجي چئجان هاڻ، دوست مدا مون مل دلدار،
سيد لهه مون سار سنڀار.

د: درد ڪئي دلڙي ماندي، وار وره ڪان ناهيان واندي،
هيڪر هوت ڪريو هيڪاندي، ڪامل ڪيچ ڏٺي ڪوهيار،
سيد لهه مون سار سنڀار

ذ: ذڪر ڪج بات بيان، احمد اڳيان سپ عيان،
ظاهر چئجان ساڻ زبان، ڪن قريبن جي "ڪوڪار"،
سيد لهه مون سار سنڀار.

ر: روئي ٿي راهه نهاري، پلپل پوروهيت هيءَ پڪاري،
ورنهه توڪي ڪين وساري، آن من اندر تنهنجي سار.
سيد لهه مون سار سنڀار.

ز: زيارت جو تيو ضرور، پلپل پوي تنهنجو پور،
حضرت حاصل ڏينم حضور، من اندر ۾ آهي ماتام،
لڙهه لڳيس آءَ تنهنجي لام.

س: ساهه مڪي تو ساوي، هردم روز هنجون تي هاري،
احمد لاءِ آيي اوساري، آءُ مل مير محمد ڄام،
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

ش: شامل ساجن آڻ، ”ڪمال“ پوءِ قربن ڪاڻ،
سرهي سيج وڇايان هاڻ، ايندم احمد ڄام اِمام،
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

ص: صبر تون ڪر دل هاڻي، سرور ايندو پاڻ سڃاڻي،
آءٌ نماڻي عيبن هاڻي، ڪين ڇڏيندو سرور سام،
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

ض: ضروري احمد ايندو، چوري هرگز ڪين ڇڏيندو،
نال نماڻي پنهنجي نيندو، مليم تسلي تن تمام،
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

ط: طلب هاڻي ٿي پوري، محبن منشا ڪئي منظوري،
دلبر لاٿيون دل تان دوري، پانڌيءَ آندا اڄ پيغام.
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

ظ: ظاهر باطن آهي يقين، آهي رَحۡمَةَ الّلعَالَمِيۡنَ.
ايندم احمد ڄام امين، ڪانگل آندا خوب ڪلام،
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

ع: عشاقن ٿيون آباديون، شڪر مبارڪ ٿيڙيون شاديون،
واهه وسن اڄ ٿيڙيون وانديون، اڄ عجيبن جا انجام،
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

غ: غورڪري پوءِ ڪيئون دلداري، پرين منهنجي ڪئي پوئواري،
سيد پنهنجي سام سنڀاري، عيش خوشيون ٿيون دل آرام،
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

ف: فائق آهه فراق وڃايو، والي واءُ وصال ورايو،
ڪامل پنهنجو قرب وڌايو، سانتي آندا اڄ اسلام.
لڙهه لڳيس آءٌ تنهنجي لام.

ق: قـــرب ڪمال ڪيائين، دلـــداري دلــجــاءِ ڏنائين،
لا تَقنَــطوا پاڻ چيــائيــن، آيـــت عاصين ڏانهـن انعام،
لڙهه لڳس آءٌ تنهنجي لام.

ڪ: ڪتابت ڪانگل آندي، اچــڻ عجمن جــي امدادي،
گهرگهوريءَ جي ٿي اچ شادي، محبت ۾ دل مـســت مدام،
لڙهه لڳس آءٌ تنهنجي لام.

ل: لطف ڪري لالــڻ آيو، پــــرديــــن پنهنجو پاڻ پسايو،
مـولـيٰ مـــون ڪـــي ملايو، قادر ڪيڙم قـــرب ڪمال،
واصل ٿيڙم هـــوت وِصال.

م: محبت مينهن وســـايـــو، احمد منهنجو عـــرض اگهايو،
مطلب منهنجو توڙ رســـايـــو، پسيم جيڏري، جـــوت جمال،
واصل ٿيڙم هـــوت وِصال.

ن: نُور نسورو ذات قديمي، انـــا احـــمـــد بـــلا ميمي،
هرجاءِ هــوتـن حسن حڪيمي، ڪــري پلائي پنهنجو پـــال،
واصل ٿيڙم هـــوت وِصال.

و: وارث آءٌ واڳُـــون واري، سيّد پنهنجي ســـام سنڀاري،
آيم اگـــڻ يـــار اوطـــاري، غم لـثـا ٿـي دل خوشحال،
واصل ٿيڙم هـــوت وِصال.

هه: هادي هـــوت حـبـيـب، ڪامل آيـــم قـــول قريب،
تـيـڙو منهنجي تـــن طبيب، ڪري پـــلائـي پنهنجو پال،
واصل ٿيڙم هـــوت وِصال.

لا: لائـــق ســؤ لـک پانيان، ڳـچ سندن مان ويني ڳائيان،
محب مليو اڄ مينديِ لانيان، لـڳ ســـپـــوڻـــي ٿيڙم لال،
واصل ٿيڙم هـــوت وِصال.

ي: آيـــدون الله پچايون، وڻ ون مـــان اڄ آيـــم واڌايون،
جانب جيءَ ۾ جوڙيم جايون، هانؤ انـــدر ۾ حال في الحال،
واصل ٿيڙم هـــوت وِصال.

ي: يڪدل يار تيوم، وَنَحْنُ اَقْرَبُ وچ ويوم،
وَفِيْ اَنْفُسِڪُمْ روح رهيو، ڪلمو اندر قلب "ڪمال"،
واصل ٿيڙم هوت وصال.

لاَ اِلٰهَ اِلاَّ اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ
صَلَّي اللّٰهُ عَلَيهِ وَ آلِهِ وَسَلَّمِ

## سي حرفي (٣)

الف: آديسن ڪي جيءَ اندر ۾ جوش،
ساجن سنديءَ سڪ ۾ ٿيا محبتي مدهوش،
اِن اوليائِي تَحْتَ قبائي سامي سر پوش،
برهه ڪيا بيهوش، لڳن نظارو نينهن جو.
ب: بيراڳي ٿيا عبديءَ کان عالي،
ڪنهن پاتائون ڪيوتيون ويراڳي والا،
"فَوَيل الِقَاسِيَةِ قُلُوبُهُمْ مِّن ذِڪْرِ اللّٰهِ"
ڪيائون ڪشالا،
بخت ٿين بالا، مُلڪ ميلين محبوب جو.
ت: تسبيح توبه جي منجهان پرت پڙهن،
ڪمال پني قادر جي ڪاپڙي ڪنبن،
"عَجِلُوْا بِالتَّوبَةِ قَبْلَ الموت" ساميڙا سمجهن،
اڳي موت مرن، مُوتُوا قَبلَهُ ڪاپڙي.
ث: ثبانيت ۾ ٿيا، ساميڙا صائف،
نانءُ سندن نابود ٿيو، نفيءَ ڪيا نائف،
اللّٰهُ الْواحِدُ القَهَّارُ ٿيا خفيءَ ۾ خائف،
ٿيا ويراڳي واقف، صاحب سندي سر جا.
ج: جوڳين جُوءِ ڪئي منزل ۾ ملڪوت،
سَمٰوَاتِ جي سير مان جُوءِ ٿين جبروت،

"إِنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ عَنِ الْعٰلَمِيْنَ" لنگھيا ۾ لاھوت،
ھمدم ٿي ھاھوت، ذاتي رَليا ذات سان.

ح: حقاني حب ۾ ساميں ڏنو ساھ،
محبت منجھ مري ويا پورا ٿين پساھ،
يُحْيِيْ وَ يُمِيْتُ جي رندن اڏي راھ،
آديسن ارواح، جيئري جيءُ جُدا ٿيو.

خ: خوب خيال سان دوست اڙائين ديد،
دمدم ٿئي ديدار جي سدا عاشق عيد،
وَحْدَهٗ سان ويا ساھي ٿيا شھيد،
پير مغان مرشيد ڪيين ڪند "ڪمال" چئي.

د: دوُر درد جو ويل نہ وسارين،
طلب واري تند پيا طالب تنوارين،
قَالَ النَّبِيُّ اَفْضَلُ الذِّكْرُ ساميئڙا سارين،
آسڻ اجارين، روشن ڪري روح کي.

ذ: ذاڪر ذڪر ۾ نانگا ٿيا نابود،
فڪر ۾ فاني ٿيا ويراڳين وجود،
مَنْ كَانَ اللّٰه كان اللّٰه لَهٗ متولي ٿين موجود،
ڪري ساھ سجود، "ڪمال" مليا ڪاپڙي.

ر: رتا رنگ ۾، رچي ٿيا رنگريز،
صورت سرين سپرين جي فاني ڪيا فيض،
اناالحق اظھار ڪن طالب جيئن تبريز،
توجہ تنھن تيز، نانگا لاھوتي ٿيا.

ز: زيارت تن ٿئي خاوند منجھ خيال،
جان فدا جانب تان، پاڻ ڪيئون پائمال،
"لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شَيْءٌ" جانب، جوت جمال،
ٿيو ويراڳين وصال، پردا تن پري ٿيا.

س: ساميئڙا دوزخ پئي نه ٻجن،
سواءِ سؤدي رب جي پيو نه سودو ڪن،
"طالِبِ المَولٰي مذَڪّر" ڪلام ڪيائون ڪن،
مولي آهي من، سدا سامين ساهه سين.

ش: شريعت ۾ ادب سان ايا،
پنجيئي وقت نماز جا پڙهن پرت منجها،
"إن اللهَ لايُضيعُ اَجْرَ المُحسنين" سائينءَ ڪين سا،
ماٺيائون من مزا، سرين صلوات مان.

ص: صادقن ڪيو ڪنڌ ڪُهي قربان،
آئي سر آڏيءَ تي نانگا ڪن نيشان،
اللهُ يَجْتَبي الَيْهِ مَن يَشَاءُ محمت ۾ ميدان،
چلي ۾ چوگان، سؤدو ڪيائون سِر جو.

ض: ضروري تن کي وڃڻ تيو واجب،
"أشداءُ على الكفار رحماءُ بينهم" جا طالب ٿيا تائب،
غازي ٿيا غائب، موڙي منهن ماٺهن کان.

ط: طواف قلب کي نانگا ڪن نياز،
رڳون تن رباب ٿيون ڪن سُرندي وارو ساز،
اٿي اڄ تو اَن مان "اللهُ هو" آواز،
پڙهي برهه بياض، هيڪاندا ٿيا حق سان.

ظ: ظاهر ذوق سان پورا پڙهن پنج،
تازا ٿيهن سان ٿيا غازن مليا گنج،
"الصَّوم لي وَانَا اجزيهِ" سامن ٿيا سهنج،
هردم اندر هنج، گهوٽ تنين جي گهر ۾.

ع: عاشقن عشق سان پُر ٿيون پيشانيون،
وحدانيت جي وير جون نوَ لک نيشانيون،
"لو ڪانَ فيهما الِهَة الّا الله" ڪين آگي احسانيون،
قلب هٿي ڪانيون، ساڪن ٿيا سير جا.

غ: غافل غير كان، گوهر تيا غازي،
کٿي جنگ جوان تيا برهہ واري بازي،
"وعلي الله فتوكلون إنكنتم مهين" روح اندر راضي،
قلب تين قاضي، لٿن ڏنءُ ڏهاڳ جو.

ف: فاني تيا فکر ۾ قلب پڳائون ڪلف،
نقطو جنهين نہ ليي سو حاصل ڪيائون الف،
"وَهُوَ عَلي كل شيءِ شَهِيدٌ" چوڌار چؤطرف،
سامين ڪئي صرف، ساري عمر سِڪ ۾.

ق: قيدي قرب جا موٽڻ تن محال،
مڙيوئي معلوم تيو آديسن احوال،
"يُحِبهُمْ وَ يُحِبُّونَهُ" نانگا تيا نيهال،
واصل تين وصال، پردا تن پري ٿيا.

ڪ: ڪامل ڪين ڪي ورد وسارين،
پاري مچ مجاز جو ڪاهوڙي ڪانئين،
"اَلْمَجَازْ كَنطرةُ الحقيقت" پارڻ تا پارين،
جيرا جلائين، جوڳيئڙا جوش ۾.

ل: لاهوتين جي کهڙي ڪريان ڳال،
ڪنهن سان چِلن ڪينڪي مرد نہ ڪن مقال،
"وَاصْبِرْ عَلَي مَا يَقُولُون" چڱي تنين چال،
حاصل في الحال، واصل تن وصال تيو.

م: محبت من ۾ سامين ڪيو سير،
ڪن اندر ڪاهي ويا ڪپيريءَ ۾ پير،
"فاتَّبِعُونِي يُحْبِبْكُمْ الله" پوء لڌائون پير،
ڪاهي پيو ڪير، سامين سواء سچ ۾.

ن: نانگا نڪري ننگئون تيا نروار،
باقي تيا بالله سان پهتا وڃي پار،

”وَ مَا كَانَ اللهُ لِيُعَذِبَهُمْ وَاَنْتَ فِيْهِمْ“
جوڳين جا جنسار،
پڇي ٿيا بيزار، جوڳي هِن جهان مان.

و: ويراڳين وريو وَجههِ الله ورق،
خلق جا خالق جي همه ڇاڻن حق،
”آدَمَ سَن كُلّ شَيءٍ خَلْقَهُ“ سامين آهه سبق،
دل ۾ تن درڪ، هميشه آهي حق جو.

هه: هردم حبّ ۾ محبتي مخمور،
پيائون پرور جو نُورَ اَعلٰي نُوْر،
”لاخَوف عَلَيهِم ولاهُم يَحزنون“ سچن كونهي سور،
برهه كيا پرپور، سيهي منجهان سون ٿيا.

لا: لامكان ۾ ساكن اندر سير،
ُهو هوُ سان گڏيا فاني ٿيا فقير،
”كُلِ شَيءٍ يَرجع اِلي اَصلِهِ“ تن كي زوو زنجير،
سارِي ساهه سرير، واصل ولايت جا ٿيا.

ء: انهيءَ جُوءِ ويا محبت جاتي ماڪ،
آديسن جي اندر ۾ الك كٺي اوطاق،
”اَلانسَانُ سِرّيْ وَ اَنَا سِرّهُ“ تاڙيون پچن طاق،
چوگان جا چالاڪ، گوءِ كٽي غازي ويا.

ي: يگانا ٿيا واحد سان وصول،
لٿن حرف حساب جا معاف ٿين محصول،
”يُبَدِلِ اللهُ سياتهم حسنات“ مولي كيا مقبول،
مرد ٿيا مشغول، كلمي سان كمال چئي.

لاَ اِلٰهَ اِلاَّ اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُولُ اللهِ
صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَ آلِهِ وَسَلَّمْ

## سي حرفي (۴)

الف : آد يسين ڪي آنٺي پهر آڪير،
طلب جا تن اندر جڙيا جيءَ جنجير،
لا يَڪف نَاراً سامين سڙيا سرير،
طالب چئي تڪبير، ڪاپڙي قربان ٿيا.

ب : بات برهہ جي سمجهي آهہ سامن،
اندر آتش عشق جا محبت مچ ٻرن،
”العِشقُ نَاراً يُحَرِّقُ مَاسَوَيَ الله“
ڪوري ۾ ڪامن،
سي ڪيئن وسامن، جن سوريندڙ سُپرين.

ت : تار طلب جي هيئين منجهہ هڻن،
مانجهي ملڪالموت کي سدائين سارين،
”لِڪُلِ نَفسٍ ذائقِةُ الموة“ ويل نہ وسارين،
هنجون تا هارين، ڏچي ڏاءِ خدا جي.

ث : ثبوتي جو اٿن من اندر ماتام،
اوتيو پيالو آج جو جوڳي پين جام،
”آجَعُو ابطُونڪُم و آڪبِرُو آجسَادَ
ڪُمْ ترونَ وَيڪُمْ“، طالبن وٽي
نہ طعام،
ڪنهن کو نہ ڪلام، ”ڪمال“ ڪنهن
سان ڪاپڙي.

ج : جوڳين پنهنجي جيءَ مان جونجهي ڏني جُوءِ،
هيئين سان هليا حق ڏي سامي انهيءَ سوءِ،
”وَنَحنُ آقربُ اِلَيهِ مِنْ حَبلِ الوَرِيْدِ“،
وچي روبرو، ”ڪمال“ مليا ڪاپڙي.

ح : حقيقت حق جي سامين سڃاتي ،
لڳن ناوڪ نينهن جي قلب اندر ڪاتي ،
”اللّٰهُ نُورُ السَّمٰواتِ وَالارْضِ عَنْ اِليهِ“ اِثباتي ،
پائي جيءَ اندر جهاتي ، مليا سي محبوب سان .

خ : خوف خداءَ جو باريءَ پؤ رکن ،
هلندي سي هنگلاج ڏي ڏاڍي ڏيل ڏکن ،
”ڪُلُّ مَنْ عَلَيهَا فَانٍ وَ يَبقيٰ“ فنا فيض ڪين ،
باقي ڪين بچين ، ڪانئي خيال خوديءَ جا .

د : دل اندر مان دوست ٿين ديدار ،
ويهي پنهنجي وجود مان ڪيو ويراڳين واپار ،
”وَفِي اَنفُسِڪُم اَفَلاَ تُبصِرُونَ“ اندر ٿين اظهار ،
جوڳين کي جهلڪار ، پيدا ٿيو پاڻ مان ،

ذ : ذڪر ربّ جي اٿن روح اندر رفتار ،
سامين سريو ساهه سيوئي سماچار ،
”فَاذْكُرُونِي اَذْكُرْكُمْ“ اٿن آيت تي اعتبار ،
ڳُر هڏي گفتار ، فاني ٿيا فِي اللّٰه سان .

ر : راضي رضا ۾ سدائين سامي ،
دنيا عقبيٰ کي ڇڏي ٿيا پرور پيغامي ،
”رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُم وَرَضُوا عَنْهُ“ آهي انعامي ،
ڪوري ۾ ڪامي ، پڇي سي پروان ٿيا .

ز : زيارت ربّ جي پسن منجهان پاڻ ،
الک سندي پار جا اندر اٿن اهڃاڻ ،
”وَهُوَ مَعَڪُم اَيْنَمَا ڪُنتُم“ ساجن ،
تنين ماڻ ،
ڪانهي تنين ڪاڻ ، جن کي عشق اندر ۾ .

س: سمٰوات جا سامين سير ڪيا،
پسي ديس پرين جا سامي سون ٿيا،
"حُبُ الوَطَنِ مِنَ الايمَانِ" انهيءَ ڏيهه ويا،
محبن ڪي مليا، ويراڳين وصال ٿيو.

ش: شائق شوق سان منجهه سامي شريعت،
"وَما خَلَقتُ الجِنَّ وَالاِنسَ الاليَعبُدونَ" طالب طريقت،
مردن ڪي معلوم ٿي حق جي حقيقت،
مائي معرفت، گڏيا وتن گر سان.

ص: صبر ۾ سدا گهايل ٿا گهارين،
ڍڄي ڍاءَ الله جي ڳوڙها ٿا ڳارين،
"ان الله مَعَ الصَابِرِينَ" ڪجهه نه ڳالهائين،
لوڪون لڪائين، مشاهدو محبوب جو.

ض: ضروري تن ڪي پاڻ پول پيو،
"اَلَستُ بِرَبِڪُم" هت فائق فرمايو،
"قَالُوا بَلٰي" قلب سان روحن قول ڪيو،
آديسن آجاريو، پنهنجو قول "ڪمال" چئي.

ط: طالبن جو اندر ٿيو هي اڌ،
سامين چڏي ڪانه ڪا ساهه اندر سڌ،
"إنَّ آولِيائِي تَحتَ قبائي" اوڏا ٿيا آحد،
حسن ڪانهي حد، سڪ سامين ڪان نه لهي.

ظ: ظاهر زهد سان نانگا رکن نينهن،
ديدون تن دورياهه ٿيون، وسن محبت مينهن،
"فَاَينَمَا تُوَلُّوا فَثَم وَجهُ الله" ڏسن راتو ڏينهن،
ويراڳين ورونهن، اٿي پهر الک سان.

ع: عاشق اوڏا الله سان آهين،
پيءُ پيالو پرت جو نينهن نشو چاڙهين،
"وَالْقَدْرِ خَيْرِهٖ وَشَرِّهٖ مِنَ اللّٰهِ تَعَالٰي"
لڪ نہ لڪائين،
ڪنان رب پائين، جيڪا لڳين جيءَ سان.
غ: غفلت دور ٿيا، وسريو تن وجود،
تن من کي طواف ڪيو سامي ڪن سجود،
"الا اِنَّ اَوْلِيَاءَ اللّٰهِ لا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ
وَلَاهُمْ يَحْزَنُوْنَ" مردن ٿيو مقصود،
مولي ٿيو موجود، سدا سامين ساهہ ۾.
ف: فنا فيض لاهہ جوڳين ڪئي جفا،
ڪَرت وڏائون قلب کي سينو ٿين صفا،
"ڪُلُوا وَاشْرَبُوْا وَلَاتُسْرِفُوْا اِنَّهٗ لَايُحِبُ
الْمُسْرِفِيْنَ" سان ويراڳين وفا،
نانگن ٿيا نفعا، پرين پسيائون پاڻ سان.
ق: قلب ڪعبو ٿيو جيءَ اندر جوڳين،
ديد پريان جي ديد ۾ لاتي لاهوتين،
"اِهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ" سڌين
وات سنڌين،
پنڌن منجهہ پرن، پڇي پورب پهچرو.
ڪ: ڪامل پاڻ ۾ گم ويراڳي وتن،
"اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ عَلٰي ڪُلِّ حَالٍ" خاصي
خوء سنڌين،
سامي ڪين سلن، مرض پنهنجي من جو.
ل: لنگهي ناسوت مان ويا مانجهي ۾ ملڪوت،
جوڳي چڙهي جوء، ويا جاء سنڌي جبروت،

"وَاللهُ عليٰ كُلِّ شيءٍ قَدِيرٌ" لنگهيا ۾ لاهوت،
همدم ٿي هاهوت، ذاتي رَليا ذات سان.

م: مڃائون مـــن ۾ محمّد شاهه رسول،
"لَوْلاكَ لَمَّا خلَقْتُ الافْلاكَ" موليٰ كيو مقبول،
قادر كيو قبول، عشق احمد ڄـام جو.

ن: نسوري نينهن جي آهي عاشقن عبادت،
سدا سُڻن سُبحان جي اتن تن ۾ تلاوت،
"إنّ اللهَ يامُرُكُم أنْ تُؤدّ الامَانَات إليٰ آهْلِهَا" سا سامين سلامت، موٽائي محبوب ڏي.

و: ورق وِصـــال جـــو وريـــو ويراڳن،
ســاجـــن ساهه اندر ۾ ســاريــو سناسن،
"وَمَنْ عَرَفَ نَفْسَهُ فَقَدْ عَرَفَ رَبّهُ" سمجهيو سائينڙن،
جيءَ مان جوڳيڙن پسيو پنهنجي پير َ کي.

هه: هــادي هُن جـــو عشق آهه انعام،
نعارو هٽي نفي جو ڪيائون ڪينو قتلام،
"خَلَقَ الادَمُ عَليٰ صُوْرَتِهِ" آهـــي آديسن احرام،
سجدو ڪن سلام، "ڪمال" پنهنجي قلب کي.

لا: لاڳـــاپـــا لـــوڪ جا ڇِنا سناسن،
ويساوي وهـم وجـود، هـوتن ڏانهن هلن،
"تَرْكَ دُنْيَا واجِب" "ڪـمـال" ڪيائون ڪن،
موجون تـا ماڻن، محبت جـي ميدان ۾.

ع: آيا آتهين جتي ملڪ جاء نہ ڪا،
”اَنَا عَرَبِيُ بِلا عَيۡنِيِ“ سامن شڪ ويا،
تجلا تن ڏنا، نُورُ عَلَيِ نُور جا.

ي: ياراني ربّ سان، سامن اندر ساھ،
آديسين اندر ۾ عشق ٻرن آڙاھ،
لاإِلٰہ إلاّ اللّٰہ، تا پڙھن منجھ پساھ،
ٿيا پنجتن پشت پناھ، ”ڪمال“ چئي ڪُلن جا.

## ڏيهہ اکري (۵)

الف: آتش آهي عشق جي، جيءَ اندر جوڳن،
ڏيئي جوش جگر کي کاهوڙي کامن،
ٻرندي کي ٻارن، گڏيا وتن گُر سان.

ب: باب برھ جو، پختو پڙھيائون،
اندر اسم اللّٰہ جو من ۾ مڙھيائون،
جيءَ سان جڙيائون، گڏيا وتن گُر سان.

ت: توڪّل ترھو، سامي سڪ ڪٽن،
وجهي ڪم ڪريم تي تڪي تار ترن،
وجہُ اللّٰہ ورن، گڏيا وتن گُر سان.

ث: ثمر سڪ جو آديسن آهي،
هليا سي هنگلاج ڏي قرب مان ڪاهي،
لاڳاپا لاهي، گڏيا وتن گُر سان.

ج: جوڳيئڙن سان شامل شريعت،
طالب طريقت جا ٿيا، ڪري حاصل حقيقت،
ماڻي معرفت، گڏيا وتن گُر سان.

ح: حب حق جي هردم منجهہ پساهہ،
ويٺا وحدانيت ۾ محبت ڳارين ماهہ،
صدقو ڪري ساهہ، گڏيا وتن گُر سان.

خ: خيال خوديءَ کان ڪاڍا ڪاهوڙن،
سر سارو سبحان جو سمجهيو ساميڙن،
جيءَ سان جوڳيڙن، گڏيا تن گُر سان.

د: درد فراق جو دونهون دکائين،
جوڳيڙا جوشن ۾ جيرا جلائين،
'هو هو' هلائين، گڏيا وتن گُر سان.

ذ: ذوق ذڪر جي ڪُٺو ڪاپڙين،
فڪر ۾ فاني ڪيو وجود ويراڳين،
ڏيل اندر ڏورين، گڏيا وتن گُر سان.

ر: رضا رب جي بر سر باسياڻون،
ڏکيا سُکيا ڏينهڙا گوندر گهارياڻون،
ڪڏهن نہ ڪُڇياڻون، گڏيا وتن گُر سان.

ز: ظاهر زهد ۾ پختا ٿيا پڇي،
عشق جي آڙاهہ آيا مرد مڇي،
رکي حب سچي، گڏيا وتن گُر ڪي.

س: ساميڙن کي ساهہ اندر ۾ ساز،
"وَحدَهٗ لاشَريڪَ الاّهُوَ" اندر ۾ آواز،
پڙهيو بره بياض، گڏيا وتن گُر سان.

ش: شڪر رب جو وِيل نہ ويسارين،
پڏي تند طلب جي ساميڙا سارين،
ساجن سنڀارين، گڏيا وتن گُر سان.

ص: صدقو ساهه پساهه ڪيو جيئري جو ڳيئڙن،
ذوق ذبح جي ڪيو "ڪمال" ڪاپڙين،
ڪنلهن ڪان ڪورين، گڏيا وتن گڏ سان.

ض: ضامن تن جو آهي علي شاهه،
دامن لڳا دوست جي ٿيا باڪا بيپرواهه،
ساري شاهن شاهه، گڏيا وتن گڏ سان.

ط: طالبن طمع ڪئي ترڪ،
وحدانيت جي ويــر ۾ غازي ٿيا غرق،
"همه" چائيو حق، گڏيا وتن گڏ سان.

ظ: ظاهر باطن تيو آديسن احوال،
پسيائون پرينءَ جو اندر جيءَ جمال،
پائي ڪري پائمال، گڏيا وتن گڏ سان.

ع: عاشقن عشق آهي عبادت،
جوڳين جيءَ اندر ۾ جوڙي جماعت،
ڪري واصل ولايت، گڏيا وتن گڏ سان.

غ: غرق الله ۾ انئي پهر آهين،
جيڪو حڪم حق ڪيو ليک نه ڪا لاهين،
نيڻو "نفيءَ" لائين، گڏيا وتن گڏ سان.

ف: فنا فيض ڪيا فڪر ۾ فاني،
ڏور ڏورانهين ڏيهه جي آندي نانگن نيشاني،
ٿيا ڪامل قرباني، گڏيا وتن گڏ سان.

ق: قتل ڪوڏيا ڪسڻ تي ڪاهين،
آئي سير اڏيءَ تي نانگا نمائين،
ويهي وڃائين، گڏيا وتن گڏ سان.

ڪ: ڪعبو قلــب ۾ آهــي آديسن،
ڏت ڏورانهين ڏيهه جــو ويٺي وهائن،
مڙ مـــزا پائن، گڏيا وتن گڏ ســان.

لا: لاهوتن جـــي آهـــي چـال عجيب،
مرض سانديءِ مــن ۾ پڇن ڪونه طبيب،
همدم ساڻ حبيب، گڏيا وتن گڏ سان.

م: محبت ملڪ ۾ آهي جوڳين سندي جُوءِ،
"وَاصۡبِرۡ عَلَىٰ مَا يَقُولُونَ" خاصي سندين خوءِ،
رَليا روبـــروءِ، گڏيا وتــن گڏ سان.

ن: نڪري ناسوت مان نانگا ٿيا نروار،
ملڪوت ۾ جبروت جـا سامي ٿيا سيّار،
ڪري ورهه واپار، گڏيا وتن گڏ سان.

و: ويراڳين ڪـــي وريـــو وصـال ورق،
ٻـــوڙي پياڙيءَ ڪـــي همه ڇـاڻن حق،
ڪري درد درڪ، گڏيا وتن گڏ سان.

هه: هليا هاهوت ۾، لاهـــوت لنگهياڻون،
آيـــا اُلـــوهيـت ۾ معرفت ماڻياڻون
اناالحق آتـــاهـون، گڏيا وتن گڏ سان.

لا: لاڏائون لوڪ مان ٿيو موڙون مٿي ماڳ،
"تَرۡكَ دُنيا واجِب" طالب ڪن تياڳ،
بابن وريـــو ڀاڳ، گڏيا وتن گڏ سان.

ءِ: آيـا آنهين، جتي جــاءِ نه جبرائيل،
جوڳين سندي جُوءِ، ماڳ نه ميڪائيل،
ڪيا عشق عليل، گڏيا وتــن گڏ سان.

ي: يگانا ٿيا واحد سان وصول،
”كمال“ پڙهي كلمو محمد شاه رسول،
مولي كيا مقبول، گڏ يا وتن گڙ سان.
لَاإِلٰهَ إِلاَّ اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ
صَلَّي اللّٰهُ وَ آلِهٖ وَسَلَّمَ

## سي حرفيون (٦)

الف: آديسين لاءِ جر وهائيمان جال،
ساري سناسين كي مهڙا ٿيم حال،
ساعت ڏاران تن جي سرتيون پانيان سال،
پلو كندو پال، ايندا اگهي مون پرين.

ب: بات برهه جي اندو مون آهي،
پسان مان پرينءَ كي لاڪاپا لاهي،
ڏسان ڏوتيئڙن كي ڪاهه اندر ڪاهي،
قرب مان كاهي، ويندس ويراڳين ڏي.

ت: تن اندر ۾ سامين سندا سور،
پون پرديسين جا پلپل مون كي پور،
گڏ گاروڙن سان هجان هردم منجهه حضور،
مردن جا مذكور، مارين ٿا معذور كي.

ث: ثبوتيءَ جو دونهون دكايان،
ويهي ويراڳين جا ڳڻ سندا ڳايان،
پاڙا مان پوربين لاءِ پلپل پڇايان،
آنهن جي آهيان، كين چڏيندا كڏهين.

ج: جوڳيڙن كي ساهه اندر ساريان،
آيل آديسين كي ويل نه وساريان،

جيجل جوڳيڙن ريءَ گوندر ۾ گهاريان،
هنجون پئي هاريان، اچي لاءِ اُنهن جي.

ح: حبُ انهن جي اندر ساهه پساهه،
جيجان جوڳيڙن جي عشق ٻاريم آڙاههِ،
پڇن ماڻ پورهيت ڪي رهبر مٿي راهه،
آيل ٻُڌي آهه، ڪاهي ايندم ڪاپڙي.

خ: خبر خير جي ڪانگل ڪُهه ڪلام،
اتم آديسين جو من اندر ماتام،
پانڌي پورهيت کي ڏيو پرينءَ جو پيغام،
اچڻ جو انجام، ڪڏهن ڪاپڙين جو.

د: درد فراق جو من ۾ مچ ٻري،
دم نه دردونديءَ کان پل نه ٽيئن پري،
ايندا اگهڻ مون پرين ڪامل قرب ڪري،
ساعت مون نه سري، سرتيون سامينڙن ري.

ذ: ذڪر روح ۾ پلپل مون پچار،
جيجل جوڳيڙا مون کان ورت نه وڃهن وار،
ڪري قرب "ڪمال" جي سامي لهن سار،
دم نه ٽين ڏار، گڏ مون سان گوشي پرين.

ر: رُئان رت ڦڙا ساوي سناسي،
دم نه لهن دل تان آيل آديسي،
انئي پهر اُنهن لاءِ آهيان اُداسي،
پلپل پياسي، ساهه گهڻو سامين لاءِ.

ز: زاري مون سٽي، آيل ماڻ اچن،
ساري سناسن کي من ۾ مچ مچن،
جيرا جگر جوش کان پلپل مون پچن،
ساوي ساهه سچن، ويل وساري ڪينڪي.

س: سامين کي ساهه سڪي ساري،
ايندا شال عجيب مون اڱڻ اوتاري،
وريو واءُ وصل جو واڳ مون ڏانهن واري،
پور هيت سان پاري، ڪيل قول "ڪمال" چئي.

ش: شان سڄاڻي سپرين آديسي ايندا،
ماڻهو مون مبارڪون ڏسڻ سان ڏيندا،
پنهنجي ونءِ پاڻ سان نماڻي نيندا،
گولي گڏيندا، ڪڏهن چڙهندا ڪينڪي.

ص: صبر نه اچي ماريو هٿ هڻان،
اچن جوش اندر ۾ گاروڙن گهڻان،
سورين گڏيا سپرين آءٌ تي دم ڪڻان،
ويراڳن وڻان، عين پري آهيان.

ض: ضعيفن سان سڏ مڃي سائي،
تڪن کي ترن ۾ پهچائن پائي،
ننگي ننگ ونءِ ويندا سامي سڄائي،
نڌر نمائي، جهڙي تهڙي تن جي.

ط: طلب تن ۾ گهايل کي نه گهٽي،
ملن مون معذور کي ڪامل ڪيچ ڏٺي،
صحبت سامين جي واه واه مون وٺي،
متاي پير پٽي، منهن سر متيان تن جي.

ظ: ظاهر ذوق مون آديسين اندر،
جيڏيون جيءَ اندر ۾ سامين سور سڄر،
اچن آديسن جا اندر ۾ اوير،
نوازي هيءَ نڌر، ونءِ ويندا پاڻ سان.

ع: عشق انهن جو، ماءُ! مون کي ماري،
ميلو محبوبن سان قادر مون ڪاري،

هيڪر هــن اکين سان ڏاتر ڏيکاري،
لـڳي آهيان لاري، آيــل آديسين جي.

غ: غور غريب جــو ڪندا شال قريب،
ماءُ! منهنجي مــرض جا ٿيندا تن طبيب،
ملندا هن مٺيءَ سان هيڪر هوت حبيب،
اڳي مــون عجيب، پيم پيري اهندا پرين.

ف: فڪر تن جــي فاني ڪيس فراق،
روئي روئي رت سان چولي ڪيڙم چاڪ،
هي وڇوڙو مــون پيو ماءُ! اندر ميثاق،
موڳيءَ سان مذاق، ڪوهه ڪري ويا ڪاپڙي.

ق: قياس "ڪمال" جو سامي ڪندا شال،
پهتا آهن پرينءَ ڪــي عاصيءَ جا احوال،
اهڙا سٺي حال مــون پنهنر ڪندا پال،
حاصل حال في الحال، واصل مالٌ وصال ٿئي.

ڪ: ڪـُڇي ڪنهن سان، حال پنهنجو اوريان،
سرتيون سامينڙن لاءِ ڏونگر تي ڏوريان،
دانهون ڪري دم دم چاڪ چيڪيا چوريان،
گهوريون سر گهوريان، جيڪر ملن مٺيءَ سان.

ل: لائي مــون ويا مـــن ۾ پري مڇ،
ڳڏجي گوندر لاهيان ڪوري ڪيڏان ڪچ،
سامي مون کي سچ، پائي وڃهن پاند ۾.

م: مـحـبـت مـــن ۾ آيــل آديسن،
ساهه وٺـــي سوگهو ڪيو محبت سناسن،
پريا مــچ مـجـاز جــا ويل نه وسامن،
ڪوري ۾ ڪامن، جيرا ٻڪيون جوش ۾.

ن: ناوڪ نينهن جي جيءَ لڳيم جو ڳن،
جـڙ جـڙي آهه جـان ۾ آيـل آديسن،
اٺـئـي پـهـر انـدر ۾ ورد ويراڳن،
صحبت ساميڙن، سرتيون سـاهه پساهه ۾.

و: ويـراڳـن ڪـي ڏنـي ڏينهن ٿيام،
آيـل آديـسـن جـا پلٽي پـور پيام،
صحبت سناسن جـي انـدر روح رهيام،
ڪاڪيون ڪالهه ڪيام، اوتر آديسن لاءِ.

هه: هـردم حـُب ۾ انهن جـي آهيان،
آيـل عشق اُنهن سـان نـاتو نباهيان،
رکي ڪم ڪريم تي قرب سان ڪاهيان،
آس نــه لاهيان، منَ ملاقي مون ٿيـن.

ل: لطف سان ڪندا لائـق لـڳ لِلّٰهِ،
آسـرو ته الله ۾ آهي آيل مون کي آهه،
"لاتَقنطُوا مِن رَّحمَةِ اللهِ" لاتو خوف خدا،
پؤ پولو نـاهه، لٿا حـرف حساب جا.

ء: اُميدون مـون کي آهن لـڪ اجان،
آسـرو آديسن مـان پيهر ڪين پڄان،
پال پلائيون تن جـون مٿي لـڪ مڄان،
سوکي وات وڄان، صحبت ساميڙن جي.

ي: ياري تن جي "ڪمال" ڪئي قبول،
پڙهان ڪلمو پـاڪ ٿو مٿي شاهه رسول،
ڪلمي ساڻ "ڪمال" چئي مون ڪندا مقبول،
ويراڳي وصول، حاصل ڪندا حال مون.

لاَ اِلٰهَ اِلاّ اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُولُ اللهِ
صَلَّي اللهُ وَ آلِهٖ وَسَلَّمَ

## سي حرفي (٧)

الف: آئن آڳ اندر ۾ محبت مچ ٻرن،
ساريو سپرين کي جيرا جوش جلن،
ٻاري ٻاڦ ٻروچ ويو سي نتا وسامن،
کوري ۾ ڪامن، جن کي محبّت من ۾.

ب: بوند برهه جي وسي تني برسات،
راتيان ڏينهن روح ۾ طلب تن جي تات،
روئندي ساري روچ ۾ وئي وهامي رات،
پرهه ڦٽي پرڀات، ديدون لائيم دل ۾.

ت: تن جا اندر ۾ قلب وهن ڪات،
لاَ اِلٰه سان نفي ٿيا اِلاَّ الله اِثبات،
ذڪر ڪري ذاتي روح ۾ لنوان اها لات،
جيءَ ۾ پائي جهات، پسان پروءَ چام کي.

ث: ثابت سندرو جيءَ سان جڙيوسون،
ٻڌي توکل تُرهو پنڌ ۾ پياسون،
جيڪي مرشد مون چيو قلب ڪڙيوسون،
پارڻ پيوسون، ڪيل قول "ڪمال" چئي.

ج: جُوءِ پرينءَ جي ڏوري ماڻ ڏسان،
ويهي يڪجاءِ تي ڏٺ کي ڏوريان مان،
ڪائي خيال خوديءَ جا باقي مانَ بچان،
وڙي مان لهان، دلبر پنهنجي دل مان.

ح: حال پرينءَ کي مڙيوئي معلوم،
ڦري دل ڦٽي ويو مري تو مظلوم،
دانهون ڪري درد ڪان محبت ۾ مغموم،
من ٿئي موسوم، پرينءَ جي به پسڻ جي.

خ: خبر خير جي ڪانگا ڪا آڻيج،
ڪاهي ڪول قريب جي هالا ڏي هاڻيج،
جيڪي مون توکي چيو سڄڻ ساڻ سليج،
چيئي ات چئيج، ته هيٺون منهنجو حال ٿيو.

د: دونهون درد جو دل ۾ تو به دکي،
سڄڻ سنديءَ سڪ ۾ جهوريءَ جيءَ جکي،
سور پرين جا سانڍيم چوان نه ڪنهن کي،
هري آهي جنهن کي، تنهن کي سڌ سڙڻ جي.

ذ: ذڪر روح ۾ پهرين پرينءَ جو پڙهان،
سارو ڏينهن سڄڻ لاءِ قلب منجهه ڪڙهان،
سڪ رکي سيني اندر سوزن منجهه سڙان،
جڏهن محب ميڙان، وڃن وهم ورهين جا.

ر: رياضت ربّ جي هردم منجهه پساهه،
پچان تو به پتنگ جان، ٻاري برهه باهه،
ڪاهه "ڪمال" تون ڪيچ ڏي سانگو ڪٽي ساهه،
اندر عشق آڙاهه، ڪڏهن وسامن ڪينڪي.

ز: زيارت روح ۾ محبن ماڻ ٿئي،
واري واڳ وصل جي آري ماڻ اچي،
ڪندا ٻاجهه ٻانهيءَ سان ڪامل قرب ڪري،
ماندي محب مري، بس لاءِ پرينءَ جي.

س: سڪندي سال ٿيا پرين مَن پرچن،
اڳ آسروند جي هيڪر هوت اچي،
ساٿي ساڻ سڄڻ، آهي آري اوڏڙو.

ش: شابس تن کي جنين ڏيهه ڏنو،
ڪين وساريان ڪڏهن من ملي محب ملو،

آهي تن اصل کان سينو صاف سُٺو،
”ڪمال“ قرب ڪُٺو، آهي پريل پير جي.

ص: صبر جن ڪيو تن کي محب ملي،
”إنَّ اللهَ مَعَ الصَّابِرِيْنَ“ ڏسيو جيءُ جلي،
روح ۾ شال رلي، پرت پروءِ چام جي.

ض: ضروري مون تيو هالا ڏانهن هلڻ،
لاهي لاڳاپا لوڪ جا پرين ڏانهن پرڻ،
ڪپي ڪند ڪلهن کان روحاني رڙهڻ،
”ڪمال“ ڏيج ڪُسڻ، آهُ آڏي تي عشق جي.

ط: طلب تن اندر آهي آريءَ چام،
پيس پناري تو پرين، سرور تنهنجي سام،
ڪونهي حال هيٺيءَ جو واهر تي وريام،
لڳيس تنهنجي لام، آري ڏينهن الست جي.

ظ: ظاهر نہ ڪريان جيڪي منهنجي من،
دلبر منهنجي دل ۾ لڳا ڪانَ ڪُڪن،
جانب منهنجيءَ جان ۾ هنيان ساڻ هٽن،
پيون ڏيئي پن، ڪاهہ ”ڪمال“ تون ڪيچ ڏي.

ع: عاشق سي ٿيا وسريو جن وجود،
اورين سي ’الف‘ تا ’ميم‘ ڪري موجود،
لائي ديدون دل ۾ من رکي مقصود،
ڪهڙو تن سجود، ڪُسي جي قربان ٿيا.

غ: غفلت دور ٿيا خودي ڪاڏائون،
پڇي اسم رب جو روح ۾ رڏائون،
هٿي تار طلب جي مدعي مارياٿون،
خيمان کنياٿون، جيئري هن جهان مان.

ف: فنا فيض لاءِ فڪر ۾ فاني،
ملها سي محبوب سان ڪئي آگي احساني،
لڳين ناوڪ نينهن جي قلب ۾ ڪاني،
جيءَ اندر جاني، ڏوري ڏسن ڏيل ۾.

ق: قتل ڪوڏيا عاشق سي آهين،
جهڙي تهڙي حال سان سڄڻ کي سارين،
"قَالُوا بَلیٰ" قول ڏڳي پرينءَ سان پاڙين،
هنجون ٿا هارين، ڏڄي ڏاءِ خدا جي.

ڪ: ڪڏهن ڪينڪي ورد وسارن،
ٻاري آتش عشق جي ڪاهوڙي ڪامن،
ڪري مرد مراقبا راتيون وهائن،
آيل آسانگن، جاني مون ڪان جدا ڪيو.

ل: لائي مون ويا جيءَ اندر جهوري،
لنءِ لنءِ ۾ لالن جي لڳي مون لوري،
ڳجهي ڳجهارت پِرَ جي اندر مون اوري،
آهيان مان گهوري، سرور تنهنجي سر جي.

م: مون کي ٿا پون ٻلپل پرينءَ پور،
ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان ڪنهن کي
سليان سور،
نفيءَ ۾ اثبات جا وهن ڪات ڪلور،
گهايو "ڪمال" گهور، ڪانهي دوا ڏيڌري.

ن: ناوڪ نينهن جي ماري وڌو مون،
هوش عقل هليو ويو عشق آيو سون،
جڙ جڙي ويو جان ۾ مون کي پاڻ پنهون،
جدا ڪيئن جيئون، دلبر ڏاران ڏيس ۾.

و: ورق وصال جو واحد واريندو،
لڳو واءُ وصل جو آوياڻي ايندو،
گولي ڳڏيندو، ڪڏهن ڇڏيندو ڪينڪي.
ه: هدايت مون ڪريو هادي ٿيوم هاڻ،
هيءَ ڪميڻي ڪيچ ڏي راحم رُوءِ رساڻ،
وٺي نال نذر کي امانت آماڻ،
ڪيان روح رهاڻ، هلي هوت حبيب سان.
لا: لطف سان ڪريو اچڻ جو احسان،
دوست تنهنجي ديدار لاءِ محب قُران مستان،
ڪريو قرب "ڪمال" سان، درد ڪيو ديوان،
داتا ڏياريو دان، ڪلمي جو تہ "ڪمال" کي.
ء: اڱڻ مون آءُ، پرين پير پري،
دم ٿيڻ ڏار توکان منهنجي ڪين سري،
سڪ ونديءَ کان سڄڻ پل م ٿيءُ پري،
ڪامل قرب ڪري، رهبر رسج راهہ ۾
ي: ٻاراڻي يار جي "ڪمال" ڪئي قبول،
پڙهي ڪلمو ڪريم تي محمد شاهہ رسول،
جنين محمّد مَن ۾ واحد تن وصول،
مولي جا مقبول، ڪريو قرب "ڪمال" سان.

لاَ إِلٰهَ اِلاَّ اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَسُوْلُ اللّٰهِ
صلي اللّٰهُ عَليهِ و آلهٖ وَسَلَّم

## مدح

بسم الله بالله چئي ٿو؛ صفت سندي سردار چوان،
خاوند خلقيو مير محمد نور منجهان ترور چوان.
سونهن سيد ساڻ سراسر چڱا چارئي يار چوان،
سيد سان گڏ سڀ اصحابي چنڊ مثل چوڏار چوان.
افضل اعلي شان عجيبن داتا جي دربار چوان،
ابابڪر سچو صادق يار سچو منجهه غار چوان.
حضرت عمر عادل بيشڪ صاحب سو سچار چوان،
عثمان جمع ڪيو جوڙي قرآن آڳي جو اظهار چوان.
حضرت علي شير بهادر دلدل جو هسوار چوان،
پنجتن پاڪ پيارا پنهنجي مولي جا مختيار چوان.
حسن حسين حمايت هيڻن اڙيين جا آڌار چوان،
عالي شان امام ٿيا پڻ ٻارهن ٻولاچار چوان.
اول امام علي بن طالب صاحب ذوالفقار چوان،
ٻيو امام حسن بن حيدر پيارو پروردگار چوان.
ٽيون امام حسين سونهار گوهر تو غمخوار چوان،
چوٿون زين العابدين ظاهر دين مٿس دستار چوان.
پنجون محمد باقر بيشڪ باريءَ ڪيو تم پلار چوان،
ڇهون محمد جعفر صادق قادر جو ڪمدار چوان.
ستون امام موسي ڪامل ڪانگيدار چوان،
اٺون امام علي رضا هو دين سندو ڌرار چوان.
نائون امام تقي طالب حق سندو حقدار چوان،
ڏهون امام نقي نائب ديني دفتردار چوان.

ٻارهون امام علي اصغر هم كامل قربدار چوان،
ٻارهون والي آهه ولايت مهدي تو مونچار چوان.
ٻارهن آهن محبوب حقاني سورهه سڀ سردار چوان،
مدح چوان محبوب مٺي جي سرور جو سينگار چوان.
قد صنوبر كان وڌ كامل سروُ شرمسار چوان،
زلف سياهه سراسر سهڻا پيچوُن پيچدار چوان.
عطر عنبر كان وڌ اعليٰ خاوند خوشبودار چوان
مشڪ ختن جو ڇا هي عنبر ٻهوتين وڌ مهڪار چوان.
نافه تاتياري ناهه برابر واس پريان وڌ وار چوان،
ابروُ سيف ايراني كان وڌ خوني تو خمدار چوان.
برق بجلي كان وڌ چشم سندي چمڪار چوان،
كنهن كي طاقت تيغ جهلڻ جي تيز تيغ تلوار چوان.
آهو وڌ عين عجيبن جانب جلويدار چوان،
لعل بدخشان كان وڌ لاليي روشن ٿيا رخسار چوان.
گل گلابي گولا گوُنتا گلشن سڀ گلزار چوان،
لال سڀ مرجان كان اعليٰ لب تو وڌ نقشدار چوان.
در دندن جيي داور دلبر موتيءَ كان موچار چوان،
چاهه زنخ زنداني عاشق قيدي لک هزار چوان.
شمس قمر هي شامل ناهن جلوي ۾ جهلڪار چوان،
حور پري غلمان ملائڪ هرميل جام پينار چوان.
شيرين گوهه كلام قويين گهوٽ مٺڙي گفتگو چوان،
مور نه ايندي مٽ عجيبن چا ڪبڪ جي رفتار چوان.
هنجهه ٿيا حيران هزارين دوستن جو ديدار چوان،
مير مدني مرسل موهي گهايا گهوٽ هزار چوان.
رستم، گستم، بهمن بيت رزو بيشڪ ٿيا لاچار چوان،
ڪيقباد، ڪاوس، ڪيخسرو الاشڪ ٿيا لاچار چوان.

سام، نريمان، خاور، خسرو سيف لڳمن سنڪار چوان،
طــوس ۽ تهپال ٻنهي کــي هاڏو لڳو هشيار چوان.
پسي سونهن شفيع جــي يوسف بيوس ٿيو بيمار چوان،
زليخان کـــي ذوق عطا ٿيو احمد جــو اسرار چوان.
محو ٿـيـو منصور حسن ۾ بره، چاڙهيو بردار چوان،
مجنون ٿيو مشتاق ملڻ ري هوتن لاءِ هڪوار چوان.
بره ٻڌايس بند بـــد ن کــي ولين جا وڪار چوان،
ملڪ سڀي جو مالڪ ڏنو احمد کـــي اختيار چوان.
حسن هوتن جو بــــ حقيقي عالم ۾ آشڪار چوان،
"حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ لَرَءُوْفٌ الرَّحِيمْ" تهدل ٿو
تڪرار چوان.
"لَوْلاَكَ لَمَّا خَلَقْتُ الافْلاَكَ" ڏاج ڏنـــــن
ڏاتار چوان،
"نَحْنُ الاٰخِرُوْنَ السَّابِقُوْنَ" احمد جو اعتبار چوان.
مٺ نڪو مخلوق پرين جو مڙني جــو مهندار چوان،
سيمد آهه سموند ســـراســـر لهرن لک هزار چوان.
مٺو محمد ڪونه لڌو ڪنهن ڀـاڙ سنديس پاتار چوان،
وارث والـي آهه دو جڳ جو محب ملو منثار چوان.
کل نبيءَ جي ڪلنگي ڪامل جانب جا جنسار چوان،
ڦِرِيو جـــو فرمان عجيبن بـــد و سو بد ڪار چوان.
راهه ڇڏي جو رافضي رليو موذي سو منهنڪار چوان،
مهندا محشر هــاويءَ اندر ٿـيـنـدو خر خوار چوان.
منافق جي آهه مــٺ موڙهي موذي ٿو مردار چوان،
داخل ٿيندو دوزخ انـدر لعنت تنهن لک بار چوان.
قهري ٿيندو ڪوپ تنهين تـي قادر ربّ قهار چوان،
ايندو آتـــش هيٺ عذابي باريءَ جي پلڪار چوان.

توبه سان جي تائب ٿيندا طالب تابعدار چوان،
جنت ٿيندي جاء تنهن جي بهشتي باغ بهار چوان.
حضرت حامي هيٺن حاضر هر ويلي هموار چوان،
قاصد ڪاهي قول قريبن پهچ پرين جي پار چوان.
حال حقيقت همه منهنجي احمد چؤ اخبار چوان،
آزيون ڪج عجيبن اڳيان نيهن وهائي نار چوان.
هُو جو عاشق، احمد پنهنجو وارث ڪين وسار چوان،
سنهن ڏس لاء ماندو آهي درسن جي درڪار چوان.
لڳي جان جگر ۾ جنهن جي تن من اندر تار چوان،
اچي رس رسول خدا جا وندر جي وڏڪار چوان.
ڪانهي تو ويءَ وات ولهيءَ ڪي ڪيچ ڏڏي ڪوهيار چوان،
بيوس ٿيو بيمار بدن مون عشق اندر آزار چوان.
جيرا ٻڪيون جوش جلايا درد سندي دهڪار چوان،
دل ۾ دونهان درد دکايا آتش جا انبار چوان.
پلپل پونم پور پرين جا هر ويلي هر بار چوان،
پورهيت پنهنجي پاليو پرمل دم نه ڪريو سا ڌار چوان.
آهون نت نت اچن اندر مان نڪري ٿيون نروار چوان،
محبت ۾ محبوب مران ٿي سيد لهه مون سار چوان.
چڏ مَ چوريءَ کي هر حيلي غمگينن غمخوار چوان،
”لاتقنطوا“ قول ”ڪمال“ سان پرين پنهنجو پار چوان.
دلبر دهرا دان ڏيهاريو پني تي پينار چوان،
داتا تنهنجي درد جو آهيان منگتو مڱڻهار چوان.
متان مَن ٿئين تون ماندو هاروچل ٻاجهار چوان،
احمد آهي اوت اڙين جي گوهر تو غمخوار چوان.
ڪين چڏيندو آمت پنهنجي سيد ڏينهن شمار چوان،
سام سنڀالي نيندو سيد آڳ ۾ تي اڳوار چوان.

اڳ ۾ منهنجو محمّد عربي دوست مٺو دلدار چوان،
پُٺيءَ لائي پنهنجو هاندو سيني کي سالار چوان.
ربّ رکندو وايو رهبر جانب جو جبّار چوان،
بخشائيندو ٻاريءَ کان سڀ گوهر گنهگار چوان.
آگي ڏنو اِذن شفاعت احمد کي اِقرار چوان،
پڙهان صلواتو سيّد مٺي صدق منجهان صد بار چوان.
"ڪمال" قربان ڪري پرين تان سر صدقي سؤوار چوان،
روشن ڪريو مون قلب نبي يا! ڪلمي ساڻ اِقرار چوان.

لَا اِلٰهَ اِلاَّ اللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللهِ
صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَ آلِهِ وَسَلَّمَ

## بيت

(۱)

اتـئـي نـانءُ اللّٰھ جـو اڱڻ پريـن اچ،
ٻاري يار ٻروچ وئين مـن ۾ محبت مچ،
ڳالھيون ڪيون ڳچ مل تہ مانداڻي لهي.

(۲)

دانہ دردونديءَ کي دلبر درسن ڪار،
ھئي جا پورھيت پانھنجي ورنہ ڪون ويسار،
جـڏي ھـيءَ جيار، پاڻ پسائي پانھنجو.

(۳)

آءُ پرين مون عيد ٿئي، دلبر دير نہ لاءِ،
اڄ تہ اکين ۾ ڏيـان جانب توکي جاءِ،
جانب ھن جڏيءَ کي پنھنجو پاڻ پساءِ،
تون پرين پير گھماءِ، گھر ھن گھوريءَ جي.

(۴)

مل مٺا مون کي پرين دير نہ مهان دم،
تو ڏني سپ ڏور ٿئي گوندر منھنجو غم،
ملڻ سان معذور جـو وڃي سـپ وھم،
ھجان مان ھردم، گڏ ويٺي تو گھوٽ سان.

(۵)

سڪان سارِيان سپرين ويـل نـہ وساريان،
آئـي اسـر ويـل جـو آءُ ٿـي اوساريان،
ڏکيا سڪيا ڏينھڙا گـونـدر ۾ گھاريان،
ھنجون ويٺي هاريان، ھَـي ھَـي آب اکين مان!

(٦)

كيئن كريان كاڏي وچان ڪنهن در دانهن ڏيان،
ملڻ لاءِ منهنجا پرين وڏا وس ڪيان،
سورن سندي سپرين تي وڃي وهه پيان،
جڏي پٺي جيئان، سورن ڪارڻ سپرين.

(٧)

هي مون حال هيٺون ٿيو فاني ڪيس فراق،
آڪڙي آلا قت پيا چڪي پيڙم چاڪ،
سورن جوڙيم سپرين اندر ۾ اوطاق،
قاتي جگر قاڪ، اندر منهنجو اڌ ٿيو.

(٨)

هاڻ قتي قارون ٿيو ٻانهيءَ جو ٻيرا،
دلبر منهنجي دل ۾ درد ڪيا ديرا،
آهن تنهنجي عشق جا اندر آڪيرا،
جلن تا جيرا، سڄڻ سوز فراق ۾.

(٩)

سڪ ويڙهي سوگهو ڪيو ٿيس يار چري،
آري تنهنجي عشق ۾ ويندس محب مري،
ڏکڙا ڏکيءَ جا ڏسي ڏونگر ٻون ڏري،
ٻارڻ ريءَ ٻري، اندر آتش عشق جي.

(١٠)

جيڪر جڏيءَ جو ڏسين هيڪر ٻرين حال،
ٻوي ترس تو پرين هن جو حال في الحال،
روئي رگيم رت سان لنگ سيوئي لال،
وونهه ڪر وصال، ڪري قياس "ڪمال" جو.

(۱۱)

محبت جا محبوب ٿــا ٻن ۾ مــچ مچن،
انـــدر ۾ آزار جـــا سوين ريهه رچن،
اوٿر تنهنجي عشق جـــا اندر يار اچن،
پلپل پـــور پچن، دود منهنجي دل تي.

(۱۲)

سڄڻ منهنجي ساهه کي انڌي ٻهر آکير،
ڪورا هن ڪاڏل کـــي سڄڻ منجهه سرير،
ڪڏهن پرين مون ڪندين سڙيل دل سڌير،
دلداري دلـگير، دوست ڏيــو دلجاءِ مون.

(۱۳)

هتي هتي ڪونهي حال مون، مل مٺا منٺار،
سڪيس تولاءِ سپرين ساري ســـب چمار،
پلپل پون پور مـــون هينئڙي منجهه هزار،
سڄڻ لهج سار، ويهه ۾ وساري تون پرين.

(۱۴)

واتيان ڏينهن روح ۾ پــريـــن آهه پچار،
آهي يار اوهان جـــي گوليءَ کي گفتار،
سڪونديءَ جـــي سپرين لهج سار سنڀار،
دم نــه تيان ڌار، گڏجي گوندر لاهيان.

(۱۵)

سڄڻ تو کي ساريان دوســـت مٺا دلدار،
اگــــڻ آســرونــد جـــي پيرو ڪر پتار،
برسي بوند برهه جـــي نيڻين وهين نـار،
ڪيچ ڏٺي ڪوهيار، مل مٺا معذور سان.

(١٦)

ڪڏهن ملندين مون پرين جيءَ گهر جاني،
دلبر درد فراق ۾ دل ٿي ديواني،
آهي يار اندر ۾ هيڏي حيراني،
ڪُنڪ اندر ڪاني، لڳيم ناوڪ نينهن جي.

(١٧)

سڄڻ تنهنجي سوز ۾ ويڙو ساهه سڙي،
ساوي وڃايم سهرين روئندين رات رڙي،
ڳوڙها ڳلن جي مٿان پيڙا لڙڪ لڙي،
گهاريان ڪيئن گهڙي، جانب جيئڻ جنجال ٿيو.

(١٨)

جنهن سان پسڻ تو پرين سا مون ڳالهه سڻاءِ،
جانڪي موڪل موت کي، جان مون پاڻ پساءِ،
ماندي مران محب ٿي سڪنديءَ ڪين سڪاءِ،
بانهيءَ کي تہ ٻڌاءِ، پهه پنهنجي ٻاجهه جو.

(١٩)

هن جدائيءَ جي جيئڻ کان مرڻ ڀلو آهي،
دير نہ سهان دم جي، تن ۾ طاقت ناهي،
سڄڻ سور ٿئي سهان ٻيرور ڏينهن ٻڄاءِ،
دلبر دير نہ لاءِ، موڪل ملڪالموت کي.

(٢٠)

سور کٽي تنهنجو سڄڻ قبر ۾ نيند ياس،
آزار تنهنجي عشق جا ونبي آءُ ويند ياس،
واحد جي تہ وڪيل کان پتو تو پڇند ياس،
انهيءَ کي چوندياس، ڪانئي ڪاند "ڪمال" جو.

(۲۱)

پرين پهتس ڪينڪي، مون کي ڏوريندي ٿيا ڏينهن،
وسايان ٿـــي وڏ ڦـــڙا سندا محبت مينهن،
لـڳيم نـاوڪ نينهن، ڪوهيارل جيي قلب ۾.

(۲۲)

پـــريـــن پهتس ڪينڪي ساعت پانيان سال،
اديـــون آريءَ چـام ريءَ هيٺون ٿيڙم حال،
ڪنو قرب ”ڪمال“، جانم جت ٻروچ جي.

(۲۳)

پـــريـــن پهتس ڪينڪي، روز پڇان راهون،
ڏوريان ٿـــي ڏونگر ۾ جانب جـون جايون،
ڪيي پار پنهل لاءِ ڪريان درد منجهان دانهون،
آهَ آري اوراهون، مون کان پنڌ پرانهون نه ٿئي.

(۲۴)

پرين پهتس ڪينڪي مون کي ساريندي ٿيا سال،
نيڻن نـــار وهـائـيـــا ڪيچن ڪـارڻ ڪال،
جـــر وهائيان جـــال، پـــسڻ لاءِ پرينءَ جي.

(۲۵)

اؤڪـــو پـــنـــڌ پـهـاڙ جـــو پيئر باري بر،
اديـــون آريءَ چـــام لاءِ تڪيس ڏوري ٿر،
بر پٽ، بحر، بندر، جهاڳيم جـــت ٻروچ لاءِ.

(۲۶)

ڏوريـــنـــدي ڏونگر ۾ پيٺون پـــيـــر ٽيام،
اديـــون آريءَ چـــام لاءِ پلٽي پـــور پيام،
ڪيچن ڪـــاڻ ڪيام، واڪا ووءِ وندر ۾.

(۲۷)

عشق آريءَ چــام جــي جوش جلايم جيءُ،
ڪيم ڪشالا قــاف ۾ حــال وڃائــي هيءُ
واهــر ولهيءَ تيءُ، ونــدر جي وڏڪار ۾.

(۲۸)

ونڊر جـــي وڏڪار ۾ ڏي آريـاڻـيءَ آڏر،
چـــوري چـــڏ م چپرين دوست مٺا دلبر،
ور ُنتهه تي واهـر، "ڪمال" سان ڪيچ ڌڻي.

(۲۹)

ڪاهه م ڪــوڙي ڪيچ، هتي گولج هوت،
دلبر تنهنجي دل ۾، تون موکي پوئتي موت،
"ڪمال" ڪيد قلب تان ڪوڙي پنهنجو ڪوٽ،
پيچ ڪفر جو ڪوٽ، ته پنهون پسين پاڻ ۾.

(۳۰)

جــانــب پنهنجي جـــيءَ ۾ ليو پائي لهج،
وڃـي ڪويـتـن ڪـــان پـــرت پــار پڇج،
اکيون پٺي پوتيج، تـــه دلـــبـــر پسين دل ۾.

(۳۱)

پنهون پاڻ هئي، پـوءِ ننڊ نهوڙي ڌار ڪئي،
سٺي سـيـج پلنگ تـــي مٺن جـــان سئي،
"ڪمال" ڪيچ هئي، پر امر آندي ديس ۾.

(۳۲)

لڳيم ناوڪ نينهن جي گهور ڏنو اٿم گهاءُ،
پيـــم چــام پنهل جـــو انـــدر ساهه سماءُ،
مون منجهاڻون ماءُ! ڏنم هـــوت پنهل کي.

(۳۳)

پرو جـام پنهل جو، پيهِ پرو منجهان پاڻ،
پنڌ پري ٿيو ڪونڪو ساجن آهـم ساڻ،
انـدر روح رهـاڻ، پنـهـل پيهي آئيـو.

(۳۴)

انـدر موج درياهه ڪئي، لهرون وهن ليٽ،
"ڪمال" ڪتيون چيٽ، آهن ساهه اندر ۾.

(۳۵)

آهـي آريءَ جـام جو، انـدر روح وٿاڻ،
"وَهُوَ مَعَڪُم اَيْنَمَا ڪُنْتُم" ساجن آهي ساڻ،
پـاسـي ڪـري پاڻ، پسيم پنهل جام کي.

(۳٦)

پيـهي آيـم پاڻهي، انـدر آري جـام،
آريءَ ڏينهن الست جـي لـڳي هيڙس لام،
سـجـائـي پنهنجي سـام، آري آيـم اوڏڙو.

(۳۷)

پـڇـي پـنـهـوران، هـاڙهـي ڳولج هوت،
ڳـري ڳـارائـي ان ۾، فاني ٿجان فوت،
"مُوتُوا" مري موت، ته پاڻهي پاڻ پنهون ٿئين.

(۳۸)

جنهن جو پيچ پنهل سـان، سـڪ سهندي ڪيئن،
هـڏي تـوڪـل تـرهـو، هلج هوتن سيئن،
جن جي هينئڙي جيئن، تهڙي ملندي تن کي.

(٣٩)

رکي ڪم ڪريم تي، ڪاهي ڏسج ڪيچ،
ونڻون وات وڃڻ ۾ ڪي، پاڻي پرت پيچ،
"ڪمال" روئندي ريچ، پٺ پسائج پير لاءِ.

(٤٠)

آيل آريءَ ڄام جا، پلٽي پور پيام،
وڃهي روح رڳن ۾، واڄٽ وڄايام،
وسري وهم وجود مان، تنهن دم سڀ ويام،
اندر مان آيام، پيئر بوءِ پنهور جي.

(٤١)

ويم وڇل وصل جي، سٽيس سنجهيٽي،
جيڪي پنهل پاڻ چيو، وساريم ويهي،
ڳالهه ڪريان ڪيهي، مڙيوئي هٿان مون پٽي.

(٤٢)

سون ۾ متداين جا، آهن لک هزار،
ڏيٺي پاند پناهه جو، تون ڏيکج ڏيکار،
جيهي تيهي تنهنجي، آءٌ پانهي عيبدار،
ساجن لهج سار، ڪري قياس "ڪمال" جو.

(٤٣)

پاجهن پيريا پاجهه ڪري، اوري آءٌ آري،
وندر جي وڻڪار ۾، ڪري واڪا ويچاري،
ڪري مولي موچاري، رهبر رسج راهه ۾.

(٤٤)

ويچاريءَ ڪي وات ۾، سجر سور تيا،
ڏسي پير پنهل جا، جيرا جوش جليا،
ڪيچي ڪاله ويا، آءٌ اڄ تي آهون ڪريان.

(۴۵)

ڪيچي ويا ڪيچ ڏي، مٺي ڇڏ ياڻون ماڳ،
جيڏيون جت ٻروچ سان، پوريءَ ملي پاڳ،
لڳيم لٺون اندر ۾، نرمل سندي لاڳ،
اندر آڙهه آڳ، پريم پاروچل جاهه

(۴۶)

هاڙهي هلج هوت ڏي، سڪ رکي سهڻي،
”ڪمال“ کي ڪهڻي، ماري هلج مات سان.

(۴۷)

نغارو هٿي نفيءَ جو، اندر ڪر ۾ اڏ،
”ڪمال“ ڇڏ ج ڪانڪا، ساهه اندر ۾ سڏ،
روح اندر ۾ رڏ، اسم پاڪ الله جو.

(۴۸)

اسم پاڪ الله جو، اندر ويهي اور،
پڏي تند طلب جي، ڏيل اندر ۾ ڏور،
چرخو ويهي چور، ”ڪمال“ ڪاهه قلب کي.

(۴۹)

ديرو دوست پنهل جو، اندر تو آهي،
پهي پسج پنهل کي، ڳاهه اندر ڳاهي،
سر سانگو لاهي، ڪُسين مانَ ”ڪمال“ تون.

(۵۰)

پهي پسج پرَ کي، ڏور جنهين جو ڏيهه،
پڇي پرِ جو پڇرو، وڃي يڪجاءِ ويهه،
پلڻ اندر ۾ پهه، تہ پتو پرمل جو پوي.

( ٥١ )

پـــون پچارون پير جـون چـــودس چوڏاري،
"وهو معكم اينما كنتم" دلبر دلداري،
هـوتـن هڪواري، ڏنـــو دلاســو دل کي.

( ٥٢ )

ســـارو ســـر انسان آهه، پـر چاڻ نٿو چاڻي،
"الانسان سري و انا سره" پاڻ نه سڃاڻي،
معرفت ڪيئن ماڻي، "ڪمال" ڏاران ڪسڻ جي.

( ٥٣ )

ســـر ســـواء نـــه ٿئي معرفت منجهه مقام،
"لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم" آية آهي انعام،
قادر منجهه ڪلام، آتـــم ڪيو انسان کي.

( ٥٤ )

آتـــم ڪـــري انسان کـــي قادر ڪڍايو،
"خلق الادم علي صورته" فائق فرمايو،
صاحـــب سمايو، انـــدر صـــورت آن جـــي.

( ٥٥ )

منجهان تـــو معلوم ٿئي، جيڪو پرينءَ پـــار،
صاف سيني جـــي انـــدر ۾ ويهي ڪر ويچار،
ڪر ڪلمي ساڻ قرار، پس تون چام پنهل کي.

( ٥٦ )

ڏيـــو پـــاري ڏيـــل ۾، انـــدر ڪر اڇو،
رکـــي محبت مـــن ۾، ســـامـــي ٿئي سچو،
ڪرم قول ڪچو، جيڪو ڪيئي ڪريم سان.

( ٥٧ )

ڏيو ٻاري ڏيل ۾، ڪر روشن پنهنجو روح،
ويهي ڪر ورونهه، جانب ڳولج جيءَ مان.

( ٥٨ )

ٻارج پنهنجي ڏيل ۾، سنڌو محبت مچ،
رکي شوق شفيع جو پتنگ وانگر پچ،
"ڪمال" ڪوري ڪچ، رک صفائي ساهه ۾.

( ٥٩ )

هنئين سان هليا حق ڏي، وساري وجود،
الله کي اثبات ڪري، نانگا ٿيا نابود،
"ڪمال" پنهنجي قلب کي سامي ڪن سجود،
مولا ٿين موجود، نابوديءَ مان بود ٿيا.

( ٦٠ )

نابوديءَ مان بود ٿيا، ناهي تن نماز،
"لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ"
رب جو ٿين راز،
سامين سارو ساز، "ڪمال" پنهنجي جي قلب ۾.

( ٦١ )

ڪاپڙين جي قلب ۾، آهي 'الله هُوْ'،
"وَنَحْنُ اَقْرَبُ" ويجها ٿيا، حق سان گڏيا هو،
وڃي روبرو، "ڪمال" مليا ڪاپڙي.

( ٦٢ )

محب پنهنجي من ۾، ساميڙا سارين،
ذڪر ذاتي روح مان ويل نه وسارين،
هنجون، ملڻ حق لاءِ هتي هتي ڪيو هارين،
قلب کي ڪاڙهين، "ڪمال" ويتا ڪاپڙي.

( ٦٣ )

ويهي پنهنجي وجود سان، ساميں سودو ڪيو،
سارينديءِ سبحان کي، وجود وساريو،
من ۾ محب مليو، اندر آدسيں کي.

( ٦٤ )

اندر آديسين کي، محبت پري مچ،
"ڪمال" ڪين قلب مان، ڪوري ڪوڙو ڪچ،
سيني پائي سچ هلن سي هنگلاج ڏي.

( ٦٥ )

ڏورين ويئا ڏيل ۾، سامي سچو ڏينهن،
"ڪمال" پؤ قادر جي، وسن محبّت مينهن،
لڳين ناوڪ نينهن، انثي پهر الک جي.

( ٦٦ )

انثي پهر الک جو، تن اوسيڙو آهي،
هليا جي هنگلاج ڏي، لاڳاپا لاهي،
اورڻ تن آهي، سدائين سبحان سان.

( ٦٧ )

سدا سبحان کي، جوڳين رکيو جار،
بيرنگي بازار مان، ڪيو ويراڳين واپار،
"وَفِيٓ اَنۡفُسِكُمۡ اَفَلَا تُبۡصِرُوۡنَ" اندر ۾ اسرار،
"ڪمال" قلب قرار، ساميں لڌو ساهه مان.

( ٦٨ )

ساميں لڌو ساهه مان، سندو گروهه گس،
رهيو اٿن روح ۾، رانجهن سندو رس،
جوڳين ڪَتي جس، دلبر مليں دل مان.

(٦٩)

دلبر سندو دل مان، ڏنو آديسن احوال،
”نُورٌ علیٰ نُورٍ“ آهي، جانب جوت جمال،
سامين سپوئي سڙيو، هوتن سندو حال،
ڪنو قرب ”ڪمال“، آهي آديسين جي.

(٧٠)

آديسين جي اندر ۾، عشق ٻرن آڙاهه،
پتنگ جان پچي ويا، محبت ڳارين ماهه،
سامين ساهه پساهه، فدا ڪيو فڪر ۾.

(٧١)

محبت جي ميدان ۾، ڪاهي ويا ڪوپا،
جتي جاءِ نه جبرئيل جي، ماڳ نه ڪي ميلڪا،
انهيءَ ڏيهه ويا، انت نه جنهين ڏيهه جو.

(٧٢)

محبت جي ميدان ۾، جوڳين سندي جُوءِ،
”حُبُّ الوَطَنِ مِنَ الاِيمانِ“ سامي انهيءَ سُوءِ،
وڃي روبروءِ، ”ڪمال“ مليا ڪاپڙي.

(٧٣)

بابو پئي باريءَ جي، قلب منجهه ڪڙهن،
استغفار اندر ۾، منجهان پرت پڙهن،
سڪ رکي صلوات سان، چاڙهيي عشق چڙهن،
ساري عمر سڙن، جوڳي هين جهان ۾.

(٧٤)

جوڳي هن جهان ۾، سڪ تي ڪين ستا،
اونهي آنهيءَ بحر ويا، ڪنڌي جنهن نه ڪا،

مليا وجهي محبوب سان، لهر نكي لوڏيا،
"كمال" قلزم مان، لعلون لهي لال ٿيا.

(٧٥)

لعلون لهي لال ٿيا، منجهائون مهربان،
لوہن جانؔ ٿبي ڏين، ڪانهي تنين ڪاڻ،
سنديءَ روح رهاڻ، موتي ملين من مان.

(٧٦)

اکي ويهن لوڪ ڪان، جوڳي هڪڙي جاءِ،
ڏورين ويـٺا ڏيل ۾، انـئـي پـهـر الله،
نائي پنهنجي نفس ڏي، نانگا ڪن نگاهہ،
سور سنائون سر تي هميشه همراهہ،
حق حقاني راهہ، سامين ورتي ساهہ مان.

(٧٧)

آديسين اندر ۾، دونهان درس ڏڪن،
ٻاري ٻاهہ برهہ جي ڪاهوڙي ڪامن،
"كمال" پنهنجي قلب ۾ اکر الف پڙهن،
جانين منجهہ جڙن، اسم پاڪ الله جو.

(٧٨)

اسم پاڪ الله جو، آديسي اورين،
"كمال" ڪپي ڪلهن ڪان گهوريو سر گهورين،
ڏيل اندر ڏورين، سدائين سبحان کي.

(٧٩)

جي پانئين جانب ملان، سچو سامي ٿيءُ،
"كمال" ڪوري ڪلهن ڪان پڙ پيالو پيءُ،
"مُوتُوا" مري جيءُ، تہ نانگا لاهوتي ٿئين.

( ۸۰ )

جي پانئين جوڳي ٿيان، ٻڪ مٽي تي ٻاس،
اٿي پهر الک جي، رک اندر منجهه اُداس،
"ڪمال" رک قلب ۾، سندي پرين پياس،
ٻاڌو توکي ٻاس، اچي ٻوء بهار جي.

( ۸۱ )

جي پانئين جانب ملان، نيمي پاء ليو،
روشن ڪر تون روح کي، ٻاري ڏيل ڏيو،
"ونحن أقرب إليه من حبل الوريد" پرور پاڻ چيو،
آهي هوت اِهيو، جو پل نه پاسي ٿو ٿئي.

( ۸۲ )

جي پانئين جانب ملان، ٻيهي ٻسج ٻاڻ،
"وَهُوَ مَعَكُم أينما كُنتم" آهه ساجن توئي ماڻ،
سامي پاڻ سڃاڻ، ته پويئي پرو پر جو.

( ۸۳ )

جي پانئين جانب ملان، سامي ڪر تون سانت،
لائي ديدون دل ۾، پڙهه برهه جي بات،
من ماري ڪر مات، "ڪمال" ڪسي قربان ٿي.

( ۸۴ )

جي پانئين جانب ڏسان، الله ڪر اِثبات،
گاروڙي تون گم ٿي، ڪر طلب جي ذات،
پڙهه ڦٽي پريات، پونده پرو پر جو.

( ۸۵ )

جي پانئين جانب ملان، سامي کولج سڄ،
نعرو هڻي نفيءَ جو، من ماري ڪر ميچ،

”ڪمال“ پنهنجي قلب کي ٻِڏڻ وانگر ٻَڃ،
رڙهي اِنهيءَ رَڃ، پسنديـن وجـي پِرَ کـي.

( ٨٦ )

جوڳين پنهنجي جـيءَ ۾، دونهان دکـايـا،
حرص هـوائـون هـور سڀ جوڳين جـلايـا،
سـيـري طـئـي ڪـيـا، سامين سمٰوات جـا.

( ٨٧ )

جوڳين سنديءَ جُوءِ ۾، الـک ڪئي اوطاق،
”اِنّ اَوْلِيَـائِي تَحْتَ قُبَائِي“ پهريائون پوشاڪ،
ناهوڙيـن خـوراڪ، ذڪر ذاتـي روح ۾.

( ٨٨ )

جوڳين سندي جـيءَ ۾، وحـدت جـا واپـار،
چئي چـــوان ڪيترا جـوڳيـن جـــا جنسار،
سامـي ۾ سنسار، سک پـرائـيـن ڪينڪي.

( ٨٩ )

سک پرائين ڪينڪي، جـوڳـي منجهہ جهان،
آئي ســـر اڏيءَ تـــي نـانـڪـا ڪن نيشان،
”ڪمال“ ٿيا قربان، جيئري لڌيـا لوک مان.

( ٩٠ )

ملهي ويـــا مڪان تـــي، جتي جانب جُوءِ،
وڃنا وحـدانيت خـاصـي سـنـديـــن خـــوءِ،
رکيـل روبـروءِ، هـلـي ڏس حبيب کـــي.

( ٩١ )

ملهي وڃ مـڪـان تـــي، لاڳـاپـا لاهـڙي،
جتي بـــوءِ بـهـار جـــي آديسين آهـــي،
قتل تـــي ڪاهـي، رکيل رليـا رام سان.

( ٩٢ )

ملهي ويا مڪان تي، جيڻي سامين پنهجي سڃ،
"ميان عدم" جي مقام ۾ من ماري ڪيائون مڃ،
اندر تن جي آڄ، رکيل رکيج روح ۾.

( ٩٣ )

ملهي وڃ مڪان تي، قتل تي ڪاهي،
اڏيءَ اتي عشق جي آديسين آهي،
ڳاهه اندر ڳاهي، ڳڏيا وتن ڳر سان.

( ٩٤ )

ملهي وڃ مڪان تي، ٻيون ڏيئي ٻن،
ڪاتي قربن هٿ ۾، ڪار ڪُهڻ جي ڪن،
محبت سندي تن، رکيل رکيج روح ۾.

( ٩٥ )

ملهي ويا مڪان تي، جتي نانگا ڪن نياز،
آهي تن جي اندر ۾ "الله هو" آواز،
پڙهي ٻره بياض، هيڪاندا ٿيا حق سان.

( ٩٦ )

ملهي ويا مڪان تي، جتي نانگن پنهجي نينهن،
سدائين سبحان جو محبت وسي مينهن،
ڏورن راتيان ڏينهن، رکيل وينا رام سان.

( ٩٧ )

ملهي وڃ مڪان تي، جتي وحدت جي وائي،
پيائي پنهجي ڪانڪا هر دم هيڪڙائي،
آديسين آئي، رکيل راحت روح ۾.

(٩٨)

ملهي وچ مڪان تــي، ڀُـر ڀـِي پـيالــو،
”ڪمال“ هتان قربان ٿي، ڪري ڪوشش ڪشالو،
نـالــو نـــرالو، رکـيـل رکـــچ روح ۾.

(٩٩)

ملهي وچ مڪان تــي، وَمِ ربــانـي راهــه،
رکيل ٻــارج روح ۾، عشق سـنـدو آڙاهــه،
سامين ساهــه پساهه، رکيل رلـيـو رام ســان.

(١٠٠)

ملهي وچ مڪان تي، ڪر ڪلمي جي ڪار،
رکيل پنهنجي روح ۾، صاحب کي تـون سار،
نائي ڪنڌ قـريب ري، ڪيڏانهن ڪين نهار،
اندر تـــون آجار، پڙهي ڪلمو قلب مـــان.

(١٠١)

ملهي وچ مڪان تـي، ڪر وحدت جو واپار،
ڪسي تـون قربان ٿي، سامي ٿـــي سينگار،
آڏوتي اســـرار، رکـيـل پسين روح مـــان.

(١٠٢)

ملهي وچ مڪان تـــي، اســر ويـهـي اور،
پڇي پــورب پيچرو، چرخـو ويـهـي چـــور،
ڏيل اندر ۾ ڏور، تــه رکيل ووشن روح ٿئي.

(١٠٣)

ملهـي وچ مڪان تـــي، اورج ســـاڻ الله،
رکيل ٻـــارج روح ۾، عشق سـنـدا آڙاهـه،
ڳاهج انـدر ڳاهه، پسڻ ڪارڻ پريءَ جـــي.

(١٠٤)

ملهي وچ مڪان تــي، لڪي ڀـــاء لڌيو،
رکيل ٻـــارج روح ۾، انـــدر ڏيـل ڏيـــو،
رکي روح ريـو، ڪاهي وچ "ڪمال" ڏي.

(١٠٥)

ملهي وچ مڪان تـــي، سِڪَ رکي ثابوت،
پسندي وچي پِـرَ کي، نڪري مان ناسوت،
ماڻيندين ملڪوت، صحبت سـپـريـن ســـان.

(١٠٦)

محبت ڪر سچن جي، ته جڳُو پسين جبروت،
ڪاهي وچ "ڪمال" سان، نانگا ۾ لاهوت،
همه دم هــاهـوت، رکـيـــل رلندي رام ســـان.

(١٠٧)

ملهي وچ مڪان تـي، سامي تـــي سجاڳ،
رکيل پنهنجي روح ۾، رڳ رڳ سان ڪر راڳ،
لاهي لاڳاپــا لوڪ جــا، طالب ڪر تياڳ،
معرفت سندو ماڳ، ڪاهي ڏس "ڪمال" سان.

## داستان ببت ڏهر

(١)

هلندي هالن سامهون، پانڌي پاڻ وسار،
ساري سرور شاهه کي، انـدر تون آجار،
وحدت جو واپار، هالن مان ئي هٿ ٿئي.

(٢)

هلندي هالن سامهون، پانڌي ڪرم پچار،
ڏاڍي ڪنڊ ڪريم ري، ڪيڏانهن ڪبن نهار،
محبت سرور شاهه جي، ڪر اندر ۾ اختيار،
آهي نـوري نـگهدار، مـدد مريدن جي.

(٣)

هالين هلي حبّ مان، رمز ربّاني راهه،
"ڪمال" ڪر قربان تون، ڪاڻي ڪنڊ ڪلاهه،
آهي ســرور شاهه، حمايت هيڻن جـــي.

(٤)

مليو جو محبوب کان، سوئي پڙهه سبق،
پاڪ زبانون پـر چيو، همه جائج حق،
ورائي ورق، ويجهو تـــي وصال کـــي.

(٥)

ويجهو وجهه الله ٿـئي هـادي حمايت،
پشت تنهنجي پير آهه هٿان چڏ م همت،
آڏر ۾ آئت، مـدد پـيـر مريـد جـــي.

(٦)

پشت تنهنجي پير آهه، سخي سرور شاهه،
نظر نرمل 'نوح' جي آهه نڌرن تي نگاهه،
وسيلو آهي واهه، حمايت هيڻن جي.

(٧)

حمايت هيڻن جي، راحم آهه رهبر،
سرور سڪاين جي ورنه آهه واهر،
همدم آهي حاضر، پيرل پانڌيڙن سان.

(٨)

سائي سڪ وارن سان، واهر آهي وريام،
ڪين ڇڏيندو ڪڏهين، سرور پنهنجي سام،
لڳيس تنهنجي لام، جو ڪٽي بار ڪهين جاه.

(٩)

دست ڇڙهج دلبر جي، محمّد زمان مير،
ڪين ڇڏيندو ڪڏهين پانڌي پنهنجا پير،
آڌر آهه امير، رهبر راحم راهه ۾.

(١٠)

پڳين لڳج پير جي، پانڌ ڳچيءَ پائي،
ٻڙي هن بدڪار جون من مديون ميٽائي،
ماڙ تي محمّد مير جي تو مريد مرڪائي،
"ڪمال" مانجي قلب کي تو سرور سمجهائي،
تو پيرل پهرائي، سڏي سڪ وارن کي.



پیر غلام حیدر ولد فقیر کمال رحہ

# پير غلام حيدر صاحب جي سوانح حيات

پير غلام حيدر صاحب، فقير ڪمال رح جو فرزند ارجمند آهي. فقير ڪمال رح کي ڪل چار ٻار ٿيا — ٽي نياڻيون ۽ هڪ فرزند. ٽن نياڻين مان ننڍيون ٻه، فقير صاحب جي وفات بعد ستت گذاري ويون، ٽين وڏي نياڻي حيات آهي. سندس شادي پنهنجي سڳي سؤٽ، پير ميان تراب علي شاهه سان ٿيل آهي، جو مرحوم پير ڪمال جي وڏي ڀاءُ، مرحوم پير جمال فقير جو وڏو پٽ آهي، ۽ هن وقت خاندان جو ڀڳدار ۽ گاديءَنشين آهي.

پير غلام حيدر ١٧- اپريل ١٩١٠ع تي تولد ٿيو. مرحوم فقير ڪمال جي وفات وقت پير صاحب جي عمر پنج - ڇهه سال کن مس هئي. والد ماجد جي وفات کان پوءِ سندس نپاج ۽ تربيت پنهنجي والده ماجده ۽ ڀڄي سڳوريءَ جي گود ۾ ٿيا. ان سلسلي ۾ سندس چاچي پير جمال فقير جي محبت سندس لاءِ پدرانه شفقت جو نعم البدل ثابت ٿي.

پير صاحب ابتدائي تعليم، نوشهري فيروز جي پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪئي. سنڌي ڇهن درجن کان پوءِ، نوشهري مدرسي هاءِ اسڪول ۾ انگريزي تعليم لاءِ داخل ٿيو. جيئن ته نهايت سعادتمند ۽ ذهين شاگرد هو، تنهنڪري سندس سڀ استاد کيس قرب ڀريءَ نگاهه سان ڏسندا هئا. چوٿين درجي ۾ مڊل اسڪول اسڪالرشپ امتحان ڏنائين ۽ سڄي نواب شاهه ضلعي ۾ پهريون نمبر کڻي، اسڪالرشپ کٽيائين. ميٽرڪ جي امتحان ۾ سڄيءَ سنڌ جي ڪامياب مسلمان شاگردن ۾ پهريون نمبر حاصل ڪيائين ۽ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ جي اسڪالرشپ حاصل ڪيائين. ڪاليج جي پهرئين سال جي امتحان ۾ هي هڪ ئي مسلمان هو، جو سيڪنڊ ڪلاس ۾ ڪامياب ٿيو ۽ (J L. Rie) انعام کٽيائين. ان طرح

انٽر ۾ ٻه سيڪنڊ مسلمان شاگردن ۾ پهريون نمبر ڪٿوائين ۽ (Lalchand) انعام حاصل ڪيائين. بي. اي ۾ هيءُ هڪ ئي مسلمان هو، جو ”آنرس“ سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ٿيو ۽ سڄي ڪاليج ۾ ٽيون نمبر آيو.

ملازمت جي سلسلي ۾ سڀ کان اول، نواب شاهه خزاني آفيس ۾ ڪجهه وقت ڪلارڪ مقرر ٿيو. ان کان پوءِ، سيٺ حاجي سر عبدالله هارون جو ذاتي سيڪريٽري مقرر ٿيو. ان زماني ۾، بمبئيءَ کان سنڌ صوبي جي علحدگيءَ جي هلچل هلي رهي هئي، ان ۾ سر صاحب جي ڪافي مدد ڪيائين. ڪجهه وقت سر عبدالله هارون جي ڪڏي واري يتيمخاني جو مئنيجر پڻ رهيو. جڏهن سر حاجي عبدالله هارون کي انگريزي اخبار ڪڍڻ جو خيال ٿيو، تڏهن پير صاحب کي ”Daily Gazette“ اخبار ۾ ٽريننگ لاءِ موڪليائين ۽ ان جو خرچ پاڻ تي هموار ڪيائين. پير صاحب ”ڊيلي گزيٽ“ ۾ مسٽر ميات پارن هوشيار ايڊيٽرن وٽ صحافت جي تربيت حاصل ڪئي. چنانچ، اڳتي ”مسلم ويلفيئر ائسوسيئيشن“ طرفان نڪتل اخبار Weekly Muslim Welfare جو چيف ايڊيٽر ٿيو.

پير صاحب کي وڪالت جو شوق هو. سو، سر عبدالله هارون جي ڪمن ڪارين کان فارغ ٿي، سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ ماستر ٿي، ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪيائين. وڪالت جي سند وٺي پير صاحب پنهنجي عزيز پير تراب علي صاحب جي مشوري تي، پنهنجي وطن نوشهري فيروز ۾ آيو ۽ وڪالت شروع ڪيائين. اٽڪل ٽن سالن جي ڪامياب وڪالت کان پوءِ ڪيس بمبئي-سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن، سب جج ڪري چونڊيو ۽ چيف ڪورٽ، سنڌ، ڪيس پهرين سيوهڻ شريف ۾ سب جج ڪري رکيو.
ان کان پوءِ هيٺينءَ ريت ترقيءَ ۽ تبادلي جا دؤر آيا:

١٩٤٦ع ۾ فرسٽ ڪلاس سب جج سکر ٿيو، جتي ترقي ڪري ١٩٤٨ع ۾ ايڊيشنل سيشن جج ۽ ١٩٥٢ع ۾ سيشن جج ٿيو. بعد ۾، انهيءَ عهدي تي، سکر، ميرپور خاص جيڪب آباد ۽ خيرپور ميرس ۾ پڻ رهيو. سيشن جج جي حيثيت سان، رحيم هنگوري واري ٽربيونل ۽ ٻين ٽربيونلس ۾ اڪيلي سر ميمبريءَ جا فرض ادا ڪيائين.

اليڪشن پٽيشن ٽربيونلس تي هيٺينءَ طرح ميمبر ٿي رهيو:

(١) اپر سنڌ اليڪشن پٽيشن ٽربيونل، جنهن جو چيئرمن چيف محمد بخش ميمڻ هو.

(٢) اپر سنڌ اليڪشن پٽيشن ٽربيونل، جنهن جو چيئرمن چيف جسٽس حسن علي آغا هو.

(٣) ويسٽ پاڪستان اليڪشن پٽيشن ٽربيونل، جنهن جو چيئرمن جسٽس آرچيسن هو.

ان طرح، پير صاحب ڪيترين ئي اهم ڪميٽين تي ميمبر جي حيثيت سان خدمت ڪندو آيو آهي، جنهن جو اعتراف سنڌس بالا آفيسرن پاران وقت بوقت ڪيو ويو آهي.

پير صاحب، اسپيشل جج ڪراچي ۽ اسپيشل جج ۽ انڪوائري آفيسر حيدرآباد به رهي چڪو آهي.

پير صاحب، هڪ علمي ۽ ديني خاندان جي لائق فرد ۽ ديانتدار عملدار جي حيثيت سان، نه فقط خانگي ۽ سرڪاري حلقن ۾ شهرت حاصل ڪئي آهي، پر عام خير جي ڪمن ۾ به گهڻو بهرو وٺندو آهي. علم ۽ ادب، تاريخ ۽ دين جي ڪتابن جو مطالعو ننڍيءَ عمر کان ڪندو رهيو آهي. شاگرديءَ واري زماني ۾ مقالہ نويسيءَ جي مقابلي ۾ ڪيترا انعام کڻي چڪو آهي. ڪاليج جي دؤر ۾ مختلف علمي ۽ ادبي انجمنن جو سيڪريٽري ۽ وائس پريزيڊنٽ رهي چڪو آهي ۽ ان حيثيت ۾ قائداعظم جي خدمت ۾ سپاسناما پڻ پيش ڪري چڪو آهي. سنڌ مسلم ڪاليج

اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو نائب صدر رهيو ۽ انجنيرنگ ڪاليج ۾ قائم ٿيل مولانا محمد علي لئبرريءَ جي ناهڻ ۾ به سندس ڪوشش جو وڏو دخل آهي.

پيري فقيريءَ جي سلسلي ۾ به پاڻ پنهنجن خليفن ۽ مريدن ۾ مقبول شخصيت جو مالڪ آهي، ۽ هڪ مريد صادق جي حيثيت سان، جناب مخدوم محمد زمان صاحب 'طالب المولي'، سجاده نشين درگاهه حضرت مخدوم نوح سرور هالا، سان مريدانه ۽ عقيدتمندانه نياز ۽ تعلق رکي ٿو.

پير صاحب کي ڪوبه نرينو اولاد ڪين آهي. سندس شادي پير تراب عليءَ جي دختر نيڪ اختر سان ٿي، جن مان کيس هڪ نياڻي آهي، جا ڊو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ ۾ تعليم حاصل ڪري رهي آهي.

پير صاحب هن وقت ڪراچيءَ ۾ اولهه پاڪستان جي بي انڊسٽريل ڪورٽ جو چيئرمن آهي.

فقير ڪمال سنه 1877ع ۾ نوشهري فيروز ۾ ڄنم ورتو. ابتدائي تعليم پنج درجا انگريزي ۽ ڪجهه فارسي علم، پنهنجي ئي شهر ۾ حاصل ڪيائين.

فقير ڪمال جو ڪلام تصنع کان پاڪ، فارسيءَ جي ثقيل لفظن کان آجو، نقاليءَ جي ڇاڇن کان پري، عريان ۽ بازاري زبان کان ڪناره ڪش، ڇڙڪ حق ۽ حقيقت جو آئينه دار آهي.

فقير ڪمال انهيءَ زماني ۾ پنهنجا شاعرانه ڪمالات ڏيکاري رهيو هو، جڏهن سنڌ ۾ ڪافيءَ جي صنف آسمان جي اوج تي پهچي چڪي هئي. سريلا ڳائيندڙ 'ڪمال' جون ڪافيون ڳائي دل گهريا دان ۽ انعام حاصل ڪندا هئا. حضرت ڪمال ڪافي جوڻ ۾ پوريءَ طرح پاڻ موکيو آهي. بين لفظن ۾ ائين چوڻ بيجا نه ٿيندو ته 'ڪمال' ڪافيءَ جي صنف ۾ طبع آزمائي ڪري ڪمال ڪيو آهي.

فقير ڪمال، جيڪو ميون ڪمال جي نالي سان سڏبو هو، تنهن جون 1910ع ۾ وفات ڪئي.

اظهر گيلاني